مفت تقسيم لاءِ



سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو سينٽ جوزف ڪاليج فار وومين، ڪراچي جي سهڪار سان تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي صوبائي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي پاران مراسلي نمبر (B & U) 6-60/2005 تاريخ 21-03-2013 موجب سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ واحد جنرل نالبج جي ڪتاب طور منظور ڪيل.
بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ، ڄام شوري پاران جوڙيل نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽيءَ جو چڪاسيل.



ليکڪ

پروفيسر ڊاڪٽر برناڊيٽ ايل. ڊين

- مسز شبنم خان
- مسز عروسہ حفيظ
- مسز عطيہ ناز
- مسز ڪنول زاهد



هي ڪتاب پيراڊائز پريس(پرائيويٽ) لمٽيڊ ڪراچي ۾ ڇپيو.

# محترم استادَ

نصابي ڪتاب، جنرل نالیج (عام معلومات) ڪلاس پهريون، قومي نصاب 2006ع موجب ناهيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب اُنهن مقصدن، معلومات، مهارتن ۽ قدرن تي ٻڌل آهي، جيڪي اڳين ڪلاسن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مددگار ثابت ٿين ٿا.

## نصابي ڪتاب ڪيئن ۽ ڇو ناهيا وڃن ٿا؟

نصابي ڪتاب سبقن تي ٻڌل هوندا آهن. هر هڪ سبق کي هڪ عنوان هوندو آهي. هر هڪ سبق عنوانن تي ٻڌل هوندو آهي. تحقيق موجب شاگرد مختلف طريقن سان سکندا آهن. انهن کي مختلف سرگرمين جي ذريعي سيڪاريو وڃي ٿو ته جيئن هو مهارتن ۽ قدرن جا تصور بهتر نموني سان سمجهي سگهن. هي سرگرميون شاگردن کي مختلف مهارتن مثلاً پڙهڻ، لکڻ، ٻڌڻ، ڳالهائڻ ۽ سوچڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. سڀ شاگرد ڪڏهن به پهريون ڀيرو اهم تصورن کي يڪدم سمجهي نه سگهندا آهن. هميشه سبق جي آخر ۾ مختلف مشقن ڪرڻ سان تصورن کي ورجائڻ سان بار مهارتون ۽ قدر سکن ٿا.

## نصابي ڪتاب کي ڪيئن استعمال ڪجي؟

سڀ کان اڳ ۾ سبق کي غور سان پڙهڻ گهرجي ۽ سبق جي هيٺان استادن جي رهبريءَ لاءِ ڪجهه لکيل هوندو آهي، ان کي غور سان پڙهڻ گهرجي ته جيئن خبر پوي ته ڪهڙي طريقي سان پڙهائجي. اوهان ان دؤران ڪجهه مثال پڻ ڏيئي سگهو ٿا ۽ ڪجهه بيون سرگرميون به پنهنجي تجربن جي بنياد تي ٻارن کان ڪرائي سگهو ٿا. جڏهن اوهان ڪلاس ۾ پڙهايو ٿا، ان وقت ٻارن کي گهرجي ته هو سبق پڙهن ۽ اهي سرگرميون جيڪي ڪتاب ۾ آهن، انهن کي ڪن. جڏهن شاگرد ڪم ڪن ان وقت استادن کي گهرجي ته اهي ڪلاس ۾ چڪر لڳائيندا رهن ۽ وقت به وقت شاگردن کي همتائيندا رهن ته جيئن اهي سٺي نموني سان ڪم ڪري سگهن. سبق جي آخر ۾ ڪجهه سوال لکيل هوندا آهن، جيڪي شاگردن کان پڇيا وڃن ته جيئن انهن جا سبق جي باري ۾ تصور واضح ٿين ۽ انهيءَ بهاني هو ڪم کي ورجائين.

## ٻارن جي سکيا جو ڪيئن جائزو ورتو وڃي؟

جائزو مختلف امتحانن تي ٻڌل هوندو آهي، جنهن جي ذريعي اهو معلوم ڪري سگهجي ٿو ته ٻارن ڇا سکيو ۽ پرايو.

جائزي جي دؤران اهو فرض نه ڪيوويندو آهي، ته ڪو ٻارن جي معلومات جو امتحان ورتو ويندو آهي، پر ٻار تعليم دؤران مهارتون ۽ تصور ڪيترا سکيا، انهن جي معلومات ورتي ويندي آهي.

اسان اوهان کي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي بهترين طريقن تي عمل ڪرڻ تي مبارڪون ڏيون ٿا، جيڪي اوهان پنهنجي شاگردن جي لاءِ ڪتب آندا آهن.

مصنفَ

مفت تقسيم لاءِ

# فهرست

# ٻه اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ پنهنجي وجود کان وٺي معياري ۽ سستي قيمت وارا ڪتاب سنڌ صوبي جي ٻارن کي مُهيا ڪري رهيو آهي. هن اداري جي ويجهو درسي ڪتابن جي معيار کي نظر ۾ رکندي نئين نسل کي دنيا جي بدلجندڙ حالتن مطابق اهڙو شعور ۽ آگاهي ڏيڻ آهي، جنهن جي ذريعي انهن ۾ اسلامي نظريا، سٺي سيرت ۽ ڪردار، حب الوطني، فرض شناسي ۽ ڀائيچاري جا جذبا وڌن ويجهن. اهو سڀ ڪجهه تڏهن ممڪن آهي، جڏهن انهن جي جديد دؤر ۾ سائنسي، ٽيڪنيڪي، سماجي، معاشي، اسلامي ۽ اخلاقي علمن تي گرفت مضبوط ٿئي، ته جيئن هو مستقبل ۾ پنهنجين پنهنجين صلاحيتن کي ڪتب آڻيندي، هڪ ڪامياب، با شعور ۽ باڪردار زندگي گذاري، ملڪ جا سٺا شهري بڻجي سگهجن.

ان مقصد کي حاصل ڪرڻ ۽ مڪمل ڪرڻ لاءِ اسڪالرن، اديبن، مضمون جي ماهرن ۽ سينئر پروفيسرن جي اڻٿڪ ڪوشش سان هيءُ ڪتاب ”جنرل ناليج“ نئين نصاب موجب تيار ڪيو ويو آهي.

اداري کي اميد آهي ته هن ڪتاب مان واسطيدار استاد، شاگرد ۽ شاگردياڻيون ڀرپور لاڀ پرائينديون.

ڪتاب جي باري ۾ جيڪڏهن ڪي هاڪاري تجويزون ۽ رايا ڏيڻ چاهيو، ته اداري کي ڏياري موڪليندا، ته جيئن ايندڙ ڇاپي ۾ انهن تي عمل ڪري ڪتاب کي وڌيڪ خوبصورت ۽ بهتر بڻايو وڃي.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

يونٽ 1
اسان جا عقيدا

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

باب پهريون:

# اسان جو خلقڻهار

اللہ تعاليٰ هڪ آهي.
اللہ تعاليٰ پيدا ڪندڙ آهي.
اللہ تعاليٰ سڀني شين کي پيدا ڪيو آهي.

سرگرميون:

1. مٿي ڏنل تصويرن مان ڇهن شين جا نالا لکو.

(i) ________ (ii) ________

(iii) ________ (iv) ________

2. اللہ تعاليٰ جي پيدا ڪيل شين مان ٻه شيون ناهيو.

| | |
|---|---|
| | |

استاد لاءِ هدايت: شاگردن کي اللہ تعاليٰ جي هيڪڙائيءَ بابت ٻڌايو وڃي ۽ مسلمان شاگردن کي ڪلمہ طيبہ، اعوذ باللہ ۽ بسم اللہ معنيٰ سان سيکاري وڃي.

باب ٻيو:

# نبي سڳورا

الله تعاليٰ ڪيترائي نبي سڳورا موڪليا.

نبي سڳورا اسان جي رهنمائيءَ لاءِ موڪليا ويا.

الله تعاليٰ نبي سڳورا ان لاءِ موڪليا ته جيئن ماڻهن کي اُهي ٻڌائين ته ڇا صحيح آهي ۽ ڇا غلط.

حضرت آدم عليہ السلام، الله تعاليٰ جو پهريون نبي هو.

حضرت محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم، الله تعاليٰ جو آخري نبي آهي.

## ڪجھ مشهور نبي سڳورا

| | |
|---|---|
| حضرت آدم عليہ السلام | حضرت ابراهيم عليہ السلام |
| حضرت دائود عليہ السلام | حضرت موسيٰ عليہ السلام |
| حضرت عيسيٰ عليہ السلام | حضرت محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم |

**سرگرمي:** مٿي ڏنل خانن کي ڏسي، هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. الله تعاليٰ جو پهريون نبي ڪير هو؟ ____________________
2. الله تعاليٰ جو آخري نبي ڪير آهي؟ ____________________
3. ڪن به ٻن ٻين نبي سڳورن جا نالا لکو. ____________________

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کان نبي سڳورن جا نالا پڇي بورڊ تي لکيا وڃن. شاگردن کي واضح ڪري ٻڌايو وڃي ته الله تعاليٰ، نبي سڳورا ڇو موڪليا آهن ۽ شاگردن کي نبي سڳورن جا قصا ٻڌايا وڃن.

باب ٽيون:

# پاڪ ڪتابَ

مختلف مذهبن جا مختلف پاڪ ڪتاب آهن. پاڪ ڪتاب اسان جي رهنمائيءَ لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان موڪليا ويا آهن. اسان کي پاڪ ڪتابن جي عزت ڪرڻ گهرجي.

قرآن پاڪ الله تعاليٰ جو آخري ڪتاب آهي.

قرآن مجيد مسلمانن جو پاڪ ڪتاب آهي.
هيءُ ڪتاب حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم تي نازل ٿيو.

اِنجيل (بائيبل) عيسائين جو پاڪ ڪتاب آهي.
هيءُ ڪتاب حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيو.

زبور يهودين جو پاڪ ڪتاب آهي.
هيءُ ڪتاب حضرت دائود عليہ السلام تي نازل ٿيو.

توريت بہ يهودين جو پاڪ ڪتاب آهي.
هيءُ ڪتاب حضرت موسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيو.

**سرگرمي:** ڪالم (الف) جنهن ۾ پاڪ ڪتابن جا نالا لکيل آهن. ان کي ڪالم (ب) جنهن ۾ پاڪ ڪتاب جن نبين تي نازل ٿيا آهن، ليڪ جي مدد سان ملايو.

| ڪالم (الف) پاڪ ڪتابن جا نالا | ڪالم (ب) نبين جا نالا |
|---|---|
| قرآن مجيد | حضرت عيسيٰ عليہ السلام |
| اِنجيل | حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم |
| زبور | حضرت موسيٰ عليہ السلام |
| توريت | حضرت دائود عليہ السلام |

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي پاڪ ڪتابن جي باري ۾ وڌيڪ معلومات فراهم ڪئي وڃي.

باب چوٿون:

# حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم

حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جَن مڪي شريف ۾ ڄاوا هئا. پاڻ سڳورن جي والد جو نالو حضرت عبدالله هو. پاڻ سڳورن جي والده سڳوريءَ جو نالو بيبي آمنہ هو. پاڻ سڳورا سچار ۽ ايماندار هئا. پاڻ سڳورن هر هڪ کي امن ۽ سلامتيءَ سان رهڻ سيکاريو.

جڏهن بہ اسان نبي سائينءَ جو نالو پڙهون يا ٻُڌون تہ اسان کي چوڻ گهرجي:

**صلي الله عليہ وسلم**

جنهن جي معنيٰ آهي:

الله تعاليٰ اُن تي پنهنجي رحمت ۽ سلامتي موڪلي.

مسجدِ نبوي (مدينہ منوره)

## سرگرميون:

1. خال ڀريو:

(الف) الله تعاليٰ جي آخري نبيءَ جو نالو _____________ آهي.

(ب) حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جي والد جو نالو ___________ هو.

(ج) حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جي والده جو نالو__________ هو.

(د) حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جَن ________ شهر ۾ ڄاوا.

(هہ) حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جَن ___________ ۽ ________ هئا.

**استاد لاءِ هدايت:** سبق شروع ڪرڻ وقت ٻارن کي حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جي شروعاتي زندگيءَ جي باري ۾ ٻڌايو وڃي، جيئن: حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم، الله تعاليٰ جا آخري نبي آهن. سندن والد جي وفات پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن جي ڄمڻ کان پهريان ٿي. جڏهن پاڻ سڳورا ڇهن سالن جا ٿيا تہ سندن والده وفات ڪري ويئي. پاڻ سڳورا پنهنجي ڏاڏي حضرت عبدالمطلب وٽ رهڻ لڳا، جيڪو ساڻن گهڻو پيار ڪندو هو. ڏاڏي جي وفات کان پوءِ سندن چاچي حضرت ابوطالب پرورش ڪئي.

باب پنجون:

# عبادت

مختلف مذهبن جا ماڻهو پنهنجي عبادت جي جاين ۾ عبادت ڪندا آهن.
اهي عبادت لاءِ مختلف جاين ڏانهن ويندا آهن.

مسلمان مسجد ۾ عبادت ڪندا آهن.

عيسائي گِرجا گهر ۾ عبادت ڪندا آهن.

هندو مَندر ۾ عبادت ڪندا آهن.

يهودي ڪَليسا ۾ عبادت ڪندا آهن.

اسان کي عبادت جي سڀني جاين جو احترام ڪرڻ گهرجي.

**سرگرمي:** ليڪ ڪڍي ڪالم (الف) ۾ ڏنل مختلف مذهبن جي ماڻهن کي ڪالم (ب) ۾ ڏنل عبادت جي جاين سان ملايو.

| ڪالم (الف) مختلف مذهبن جا ماڻهو | ڪالم (ب) عبادت جون جايون |
|---|---|
| عيسائي | مسجد |
| هندو | ڪَليسا |
| يهودي | مندر |
| مسلمان | گِرجا گهر |

باب ڇهون:

# نماز

الله تعاليٰ جي طرفان مسلمانن تي ڏينهن ۾ پنج وقت نماز فرض ڪئي وئي آهي.
پنج وقت نمازن جا نالا فجر، ظهر، عصر، مغرب ۽ عشاء آهن.
اَذان ذريعي مسلمانن کي نماز لاءِ سڏيو ويجي ٿو.

**سرگرمي:** هيٺ ڏنل خانن ۾ نماز جي پنجن وقتن جا نالا لکو:

نماز

1.
2.
3.
4.
5.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي نماز جي ترتيب موجب، انهن جا وقت پڌايا وڃن مثال طور: سج اڀرڻ کان اڳ واري نماز کي فجر چئبو آهي.

1. الله تعاليٰ جي پيدا ڪيل ڪنهن بہ هڪ شيءِ جي تصوير ناهيو ۽ رنگ ڀريو.

2. ٽيبل کي صحيح جوابن سان ڀريو:

| ماڻهو | پاڪ ڪتاب جو نالو | نبي سڳوري جو نالو | عبادت گاهہ جو نالو |
|---|---|---|---|
| يهودي | | | |
| عيسائي | | | |
| مسلمان | | | |

3. توهان ڪنهن جي لاءِ ڪو سٺو ڪم ڪيو آهي، تہ ان جي باري ۾ پنهنجي ڪلاس کي ٻڌايو.

4. هيٺ ڏنل شين مان، قدرتي شين جا نالا خانن ۾ لکو.

استاد لاءِ هدايت: سرگرمي نمبر 2 ۾ شاگردن کي صحيح نالن لکڻ ۾ مدد ڪئي وڃي.

5. صحيح جملن جي اڳيان (✓) جو نشان ۽ غلط جملن جي اڳيان (✗) جو نشان لڳايو:

(الف) الله تعاليٰ اسان سيني کي پيدا ڪيو آهي. ( )

(ب) الله تعاليٰ تارا پيدا ڪيا آهن. ( )

(ج) الله هڪ آهي. ( )

(د) الله تعاليٰ ٻاجهارو آهي. ( )

(هه) الله تعاليٰ جي مرضيءَ کان سواءِ ڪجهه بہ ٿي نٿوسگهي. ( )

6. تصويرن کي ڏسي ٻڌايو تہ ٻارڙا ڪهڙو سنو ڪم ڪري رهيا آهن. خاني ۾ ڏنل لفظن جي مدد وٺو.

| پڙهڻ ۾ مدد ڪرڻ | پرچائڻ |
|---|---|

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کان پڇيو وڃي تہ اهي تصويرن ۾ ڇا ٿا ڏسن ۽ کين سچار، ايماندار ۽ مهربان ٿيڻ لاءِ همٿايو وڃي.

## يونٽ 2
## ڌرتي ۽ آسمان

باب پهريون:

# ڌرتي

اسين ڌرتيءَ تي رهون ٿا.
ڌرتي بال وانگر گول آهي.
ڌرتي خشڪيءَ ۽ پاڻيءَ سان ڍڪيل آهي.
اسين ڌرتيءَ جي خشڪيءَ واري حصي تي رهون ٿا.

ڌرتي

خشڪيءَ تي ڪير رهي ٿو؟

خشڪي

پاڻيءَ ۾ ڪير رهي ٿو؟

پاڻي

## سرگرمي:

ذرتيءَ جي تصوير ڏانهن نهاريو.

خشڪيءَ کي رنگ ڀريو (خ نشان) سائو

پاڻيءَ کي رنگ ڀريو (پ نشان) نيرو

پاڻي گهڻو آهي يا خشڪي ____________

**استاد لاءِ هدايت:** سبق شروع ڪرڻ کان پهرين شاگردن کي ڌرتيءَ جو نقشو ڏيکاريو وڃي. ڪين اُن جي شڪل سڃاڻڻ لاءِ چيو وڃي. انهن کي ٻڌايو وڃي، تہ هي ڌرتيءَ جو نقشو آهي پوءِ انهن کان معلوم ڪجي تہ نقشي ۾ نيرو ڀاڱو ڇا کي ٿو ظاهر ڪري. صحيح جواب (پاڻي) ڏيڻ تي انهن جي همت افزائي ڪئي وڃي ۽ ڪائنڻ اِهو بہ معلوم ڪيو وڃي تہ رنگين ڀاڱا ڇا کي ظاهر ڪن ٿا. شاگردن کي اهو پڻ ٻڌايو وڃي تہ 22 اپريل ڌرتيءَ جو عالمي ڏينهن آهي، ان ڏينهن کي ملهائڻ گهرجي.

باب پيو:

# آسمان

هِنَ تصوير کي ڏسو.

توهان ڏينهن جو آسمان ۾ ڇا ڏسندا آهيو؟

ڏينهن جو توهان آسمان ۾ سج ڏسندا آهيو.

## سرگرميون:

1. سج جي تصوير ٺاهيو ۽ رنگ ڀريو:

2. ڪن ٻہ ٻن شين جا نالا لکو، جيڪي توهان کي ڏينهن ۾ نظر اچن ٿيون.

(الف) ____________________

(ب) ____________________

3. اندازو لڳايو:

آءٌ ڏينهن جو نظر ايندو آهيان.

آءٌ هڪ ٻال وانگر آهيان ۽ تمام تيز چمڪندو آهيان.

آءٌ توهان کي روشني ڏيان ٿو ۽ تمام گرم آهيان.

آءٌ ڪير آهيان؟ __________.

هِنَ تصوير کي ڏسو.

توهان رات جو آسمان ۾ ڇا ڏسندا آهيو؟
رات جو توهان آسمان ۾ چنڊ ۽ تارا ڏسندا آهيو.

**سرگرميون:**

1. چنڊ جي تصوير ٺاهيو ۽ رنگ ڀريو.

2. ڪن ٻـ ٻن شين جا نالا لکو، جيڪي توهان کي رات جو نظر اچن ٿيون.

(الف) ______________ (ب) ______________

3. اندازو لڳايو.
آءٌ رات جو نظر ايندو آهيان.
آءٌ هڪ بال وانگر آهيان.
آءٌ ڪير آهيان؟__________.

4. اندازو لڳايو.
آءٌ رات جو نظر ايندو آهيان.
آءٌ تمام روشن چمڪندو آهيان.
آءٌ ڪير آهيان؟__________.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي رات جو آسمان ۾ ڏسڻ لاءِ چيو وڃي ۽ ٻئي ڏينهن تي ٻڌائڻ لاءِ چئجي.

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.                (ها/نہ)

(i) ڇا توهان زمين تي رهو ٿا؟ ______________________

(ii) ڇا توهان رات جو سج ڏسو ٿا؟ ___________________

(iii) ڇا سج تمام روشن چمڪندو آهي؟_______________

(iv) ڇا سج تمام گرم آهي؟_________________________

(v) ڇا توهان سج تي رهي سگهو ٿا؟_________________

(vi) ڇا توهان رات جو چنڊ ڏسندا آهيو؟_______________

(vii) ڇا توهان رات جو تارا ڏسندا آهيو؟_______________

(viii) ڇا رات جو تمام گهڻا تارا نظر ايندا آهن؟________

2. هيٺيون بيت ڳايو ۽ ياد ڪيو:

## واهہ ڙي تارا

واهہ ڙي تارا گول تارا!
چِلڪو چمڪو سارِي رات!
روشَن تارا چِلڪي وارا!
ڪَجي اُوهان جِي ڪَهڙِي بات!
سانجِهيءَ ٿاٽي نِڪِرو ٿا،
رات لنگهي يا باقِي ڇا،
اُڀَ سَجي ۾ پَکڙو ٿا.
اوهِين ٻَتايو واٽ اِها.

3. توهان کي ڪهڙي وقت آسمان گهڻو پسند ايندو آهي؟ (رات جو يا ڏينهن جو).
پنهنجي پسند جي آسمان ۾ نظر ايندڙ شيون هيٺئين خاني ۾ ناهيو ۽ رنگ ڀريو.

یونٽ 3
منهنجو تعارف

باب پهريون:

# آءٌ ڪير آهيان؟

آءٌ ڇوڪرو آهيان.
منهنجو نالو علي آهي.
منهنجي عمر پنج سال آهي.
آءٌ پهرئين درجي ۾ پڙهندو آهيان.
آءٌ پڙهڻ ۽ لکڻ پسند ڪندو آهيان.
آءٌ ڪرڪيٽ کيڏڻ پسند ڪندو آهيان.
آءٌ ٻين سان وڙهڻ پسند نہ ڪندو آهيان.

آءٌ ڇوڪري آهيان.
منهنجو نالو ثنا آهي.
منهنجي عمر اٺ سال آهي.
آءٌ ٽئين درجي ۾ پڙهندي آهيان.
آءٌ پڙهڻ، لکڻ ۽ ڊرائينگ پسند ڪندي آهيان.
آءٌ لڪ لڪوٽي راند کيڏڻ پسند ڪندي آهيان.
آءٌ ٻين جي مدد ڪرڻ پسند ڪندي آهيان.

**سرگرمي:** هيٺ ڏنل خاني ۾ پنهنجي تصوير ناهيو ۽ هيٺيان جملا پورا ڪيو:

منهنجو نالو__________ آهي.
آءٌ __________ سالن جو/جي آهيان.
آءٌ _______ درجي ۾ پڙهندو/پڙهندي آهيان.
آءٌ ________ کيڏڻ پسند ڪندو/ڪندي آهيان.
آءٌ_______ پسند ڪندو/ڪندي آهيان.

**استاد لاءِ هدايت:** سڀ کان پهرين پنهنجو تعارف ڪرايو وڃي پوءِ شاگردن کي سرگرميءَ ۾ ڏنل معلومات کي سامهون رکندي هڪ ٻئي سان متعارف ڪرڻ سيکاريو وڃي. ڪجھ شاگردن کي ڪلاس ۾ سڏي ڪين پنهنجو تعارف ڪرائڻ لاءِ چيو وڃي.

باب ٻيو:

# منهنجو جسم

مون کي ٻہ اکيون آهن. آءٌ پنهنجي اکين سان ڏسندي آهيان.

مون کي هڪ نڪ آهي. آءٌ پنهنجي نڪ سان سُنگهندي آهيان.

مون کي ٻہ ڪن آهن. آءٌ پنهنجي ڪنن سان ٻُڌندي آهيان.

مون کي ٻہ هٿ آهن. آءٌ پنهنجي هٿن سان ڇُهندي ۽ محسوس ڪندي آهيان.

مون کي هڪ زبان آهي. آءٌ پنهنجي زبان سان چکيندي آهيان.

جسم جا عضوا

## سرگرميون:

1. (الف) ڪالم (الف) جي تصوير کي ڏسو ۽ جسم جي عضون جا نالا لکو.

(ب) ڪالم (ب) جي تصويرن کي ڏسو ۽ انهن جا نالا لکو.

(ج) ڪالم (الف) ۾ ڏنل جسم جي عضون کي ڪالم (ب) ۾ ڏنل شين سان ليڪ جي مدد سان ملايو، ته اُهي عضوا ڪهڙو ڪم ڪن ٿا.

2. ڪجھ اهڙيون شيون ناهيو، جن کي اوهان ڏسي، ٻڌي، سُنگھي، چَکي يا ڇُهي سگھو ٿا.

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| | | | | |

**استاد لاءِ هدايت:** استاد کي گُهرجي ته شاگردن کي ياد ڪرائي ته اهي سيني شين کي ڏسي سگھن ٿا، پر ڪجھ شين کي چکي يا ڇُهي، ٻُڌي، سُنگھي يا محسوس به ڪري سگھن ٿا.

# پاڻ کي صاف رکڻ

اسان کي صحتمند رهڻ لاءِ پنهنجي پاڻ کي صاف رکڻ گهرجي.

ماني کائڻ کان پهرين ۽ پوءِ پنهنجا هٿ ڌوئڻ گهرجن.

روزانو وهنجڻ گهرجي.

پنهنجا ننهن ڪترڻ گهرجن.

روزانو ڏندن کي برش ڏيڻ گهرجي.

روزانو پنهنجي وارن کي صحيح نموني ڦڻي ڏيڻ گهرجي.

**سرگرمي:** هيٺين تصويرن ۾ ڏنل شين جانالا لکو، جيڪي اسان کي صاف رهڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. ڏنل خاني مان لفظ استعمال ڪريو.

صابڻ- ڦڻي- ڏندن جو برش-ننهن ڪٽڻي-توال-ڏندن جي پيسٽ -شيمپو - پاڻيءَ جي بالٽي

باب چوٿون:

# سٺيون عادتون

عليءَ ثنا صبح جو سوير اُٿندا آهن.

اهي پنهنجي ڏندن کي برش ڪندا آهن.

اهي پنهنجي ماءُ پيءُ کي السلام عليڪم چوندا آهن.

اُهي صاف يونيفارم پهريندا آهن.

اُهي نيرن جي ماني کائڻ کان پهرين دعا گهرندا آهن.

ثنا پڇي ٿي ”ڇا آءٌ ماني کڻي سگھان ٿي“.

ثنا جو پيءُ جڏھن ھُن کي ماني ڏئي ٿو تہ ھوءَ چوي ٿي ”بابا توھان جي مھرباني“.

اھي اسڪول وڃڻ وقت خدا حافظ چون ٿا.

علي پنھنجي دوست کي پڙھڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

ثنا ھڪ بزرگ شخص کي رستو پار ڪرائڻ ۾ مدد ڪري ٿي.

اُھي وڏن جي عزت ڪندا آھن.

## سرگرميون:

1. ثنا ۽ عليءَ جون ڪي بہ پنج سٺيون عادتون لکو. مثال طور اُهي پنهنجي ڏندن کي روزانو برش ڪن ٿا.

(i) ____________________

(ii) ____________________

(iii) ____________________

(iv) ____________________

(v) ____________________

2. پنهنجي پاڻ ۾ ڪي بہ چار خوبيون ڳوليو ۽ انهن کي هيٺ ڏنل ليڪن تي لکو. ڏنل خاني جي مدد حاصل ڪريو.

| | |
|---|---|
| آءٌ آرام سان ڳالهائيندو آهيان. | آءٌ ايماندار آهيان. |
| آءٌ جانورن تي رحم ڪندو آهيان. | آءٌ پيت تي لکندو آهيان. |
| آءٌ گند ڪچرو دٻي ۾ ڦٽو ڪندو آهيان. | آءٌ ڪلاس ۾ سمهندو آهيان. |
| آءٌ ٻين جي مدد ڪندو آهيان. | آءٌ غريبن جي مدد ڪندو آهيان. |

(i) ____________________

(ii) ____________________

(iii) ____________________

(iv) ____________________

3. جملا مڪمل ڪريو:

پنهنجي پاڻ ۾ سٺيون عادتون پيدا ڪرڻ ضروري آهن، ڇاڪاڻ تہ ________

____________________

**استاد لاءِ هدايت:** استاد پنهنجو پاڻ موقعي جي مناسبت سان سٺين عادتن جو مظاهرو ڪري ۽ شاگردن کي روزانو جي زندگيءَ ۾ سٺين عادتن تي عمل ڪرڻ لاءِ چيو وڃي، جيئن وڏن کي سلام ڪرڻ، مهرباني چوڻ، شڪريو بجا آڻڻ، انڌي يا لاچار کي رستو پار ڪرائڻ ۾ مدد ڪرڻ، گند کي ڪچري جي دٻي ۾ اڇلائڻ، ڪاڏو پليٽ ۾ وجهي کائڻ وغيره. اهي سرگرمي نمبر 3 جا ممڪن جواب تي سگهن ٿا. منهنجو دوست مون وانگر آهي. مان بہ سٺو شخص ٿيندس، اهي خوبيون دنيا کي بهتر جڳهہ بنائڻ ۾ مددگار ثابت ٿينديون.

باب پنجون:

# اسان جون وڻندڙ رانديون

اسان راند ڪيڏڻ پسند ڪيون ٿا.
راندين ۾ مزو آهي.
رانديون اسان کي صحتمند رهڻ ۾ مدد ڪن ٿيون.

ٽيبل ٽينس

رسي ٽپڻ

ڪيرم

ڪرڪيٽ

فوٽ بال

هاڪي

ثنا ۽ علي ڇڪو داٽي راند ڪيڏي رهيا آهن. اُهي هينين قاعدن تي عمل ڪندا:

* ڪوبہ رنگين گهر چوندي اُن جي رنگ موجب ساريون اُن گهر ۾ رکندا.
* ڇڪو هٽي، ساريءَ کي گهر کان ٻاهر اُنهي رنگ جي ڪُنڊ واري خاني ۾ رکندا.
* ڇڪي يا داٽي جي ذريعي آيل نمبرن موجب ساريءَ کي خانن ۾ اڳتي هلائيندا.
* ڪٽڻ واري لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجيون چارئي ساريون ٻين کان پهرين گهر ۾ پُڄائي.

سرگرميون:

1. پنهنجي پسند جي راندين موجب شاگردن جون ٽوليون ناهيو ۽ هر ٽوليءَ کي چئو تہ راند کيڏڻ جا قاعدا ۽ قانون لکي.

(i) ________________________________

(ii) ________________________________

(iii) ________________________________

(iv) ________________________________

(v) ________________________________

2. خال ڀريو:

(i) اسان ________، ________ ۽ ________ کيڏڻ پسند ڪندا آهيون.

(ii) اسان جي وٽندڙ راند ____________ آهي.

3. راندين کيڏڻ جا مکيہ قاعدا هي آهن:

(i) ________________________________

(ii) ________________________________

(iii) ________________________________

(iv) ________________________________

(v) ________________________________

استاد لاءِ هدايت: ڪلاس ۾ چڪر هڻي، شاگردن جي سندن پسند جي راندين جي قاعدن لکڻ ۾ مدد ڪئي وڃي. ڪلاس مان ڪنهن بہ هڪ شاگرد کي سڏي، ان کان راند کيڏڻ جا قاعدا معلوم ڪيا وڃن.

باب ڇهون:

# آءٌ ڇا ٿيڻ چاهيان ٿو/ ٿي؟

هاريو

پڙهائڻ

جهاز اُڏائڻ

بيمار جو علاج ڪرڻ

بيمار جو خيال رکڻ

دڪانداري

**سرگرمي:** 1. مٿي ڏنل تصويرن کي ڏِسو ۽ ڪالم 1: ۾ ڏنل جملا پڙهو.

ڪالم 1: کي ڏسندي ڪالم 2: کي مڪمل ڪريو. ٻڌايو تہ اهي ماڻهو ڇا ٿا ڪن؟

مثال طور: آءٌ پائلٽ کي ڏسان ٿو/ ٿي - پائلٽ جهاز اڏائي ٿو.

| سيريل نمبر | ڪالم (1) تصوير ۾ ڏنل ماڻهو | ڪالم (2) ڪم ڪن ٿا |
|---|---|---|
| 1 | آءٌ استاد ڏسان ٿو/ ٿي. | |
| 2 | آءٌ هاري ڏسان ٿو/ ٿي. | |
| 3 | آءٌ دڪاندار ڏسان ٿو/ ٿي. | |
| 4 | آءٌ نرس ڏسان ٿو/ ٿي. | |
| 5 | آءٌ ڊاڪٽر ڏسان ٿو/ ٿي. | |

2. جڏهن آءٌ وڏو / وڏي ٿيندس تہ آءٌ ____________________

ٿيندس، ڇاڪاڻ جو ____________________

3. معلوم ڪريو تہ شاگرد سڀ ڪان وڌيڪ ڪهڙي ڪم ڪرڻ ڪي اهميت ڏين ٿا.

| استاد | ڊاڪٽر | هاري | پائلٽ | دڪاندار |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| | | | | |
| | | | | |
| | | | | |
| | | | | |

**استاد لاءِ هدايتون:** شاگردن ڪان معلوم ڪجي تہ ”اهي وڏا ٿي ڇا ٿيڻ پسند ڪندا“. پوءِ انهن جا جواب بورڊ تي لکيا وڃن. شاگردن کي اڇي ڪاغذ جا ٽڪرا ورهائي ڏنا وڃن، جنهن ۾ شاگرد پنهنجي مرضيءَ جو ڪم لکن يا ان جون تصويرون ناهين. استاد اهي تصويرون ڪلاس ۾ هڻي.

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

(i) توهان جو بهترين دوست ڪير آهي؟

(ii) توهان پنهنجي دوست سان ڪهڙين ڳالهين ۾ هڪجهڙائي رکو ٿا؟

(iii) توهان پنهنجي دوست سان ڪهڙين ڳالهين ۾ مختلف آهيو؟

(iv) توهان کي گهٽيون اکيون آهن؟

(v) توهان پنهنجي نڪ سان ڇا ڪندا آهيو؟

(vi) توهان کي گهڻا هٿ آهن؟

(vii) توهان ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا پنهنجا هٿ ڌوئيندا آهيو؟

(viii) توهان ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا وهنجو ٿا؟

(ix) توهان ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا پنهنجا ڏند صاف ڪيو ٿا؟

(x) توهان ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا پنهنجي وارن کي ڦڻي ڏيو ٿا؟

2. ڪالم (الف) ۾ موجود شين کي ڪالم (ب) ۾ موجود ذائقن سان ملايو.

| ڪالم (الف) شيون | ڪالم (ب) ذائقو |
|---|---|
| صوف | ڪَڙو |
| پٽاٽو | ڪٽو |
| ڪريلو | لوڻاٺو |
| ليمو | مٺو |

3. هيٺين مان ڪا ﺑﻪ هڪ سرگرمي ڪريو.

پنهنجي ان دوست لاءِ ٺورا مڃڻ جو ڪارڊ ٺاهيو، جنهن توهان سان ڪا چڱائي ڪئي آهي يا پنهنجي دوست لاءِ معافيءَ جو ڪارڊ ٺاهيو، جنهن کي توهان کو ڏک يا تڪليف پهچائي آهي يا پنهنجي ڪنهن دوست کي سندس جنم ڏهاڙي تي مبارڪن جو ڪارڊ ٺاهي موڪليو.

4. ڪي ﺑﻪ ٽي شيون ٺاهيو ۽ لکو، جيڪي توهان پنهنجي پاڻ کي صاف رکڻ لاءِ روزانو ڪيو ٿا.

| | | |
|---|---|---|
| | | |
| | | |

5. ڪي ﺑﻪ ﺑﻪ شيون لکو، جيڪي توهان کي وڏو ٿي ڪجهه ٿيڻ ۾ مدد ڪن. هيٺ ڏنل خاني مان لفظ ڪتب آڻيو.

| | | |
|---|---|---|
| سخت محنت | هر وقت ڪيڏڻ | اسڪول ۾ پڙهڻ |
| اسڪول جو ڪم ڪرڻ | تندرست رهڻ | ڪلاس ۾ سمهڻ |

(i) ________________________________

(ii) ________________________________

6. اسڪول جي وقفي واري وقت ۾ پنهنجي ڪلاسي دوستن سان ڳالهايو، انهن کان پڇو ته اهي وڏا ٿي ڇا ٿيڻ چاهين ٿا ۽ ڇو؟ ان کان پوءِ خال ڀريو:

(الف)________________، ________________ ٿيڻ چاهي ٿو.

ڇاڪاڻ جو ________________________________

(ب) ________________، ________________ٿيڻ چاهي ٿو.

ڇاڪاڻ جو ________________________________

(ج)________________، ________________ ٿيڻ چاهي ٿو.

ڇاڪاڻ جو ________________________________

7. ڪالم (الف) ۾ موجود راندين کي ڪالم (ب) ۾ موجود انهن شين سان ملايو، جن سان اهي کيڏي سگهجن ٿيون.

| ڪالم (الف)<br>رانديون | ڪالم (ب)<br>شيون جنهن سان راند کيڏجي |
|---|---|
| ڪرڪيٽ | هاڪي ۽ بال |
| هاڪي | بئٽ ۽ بال |
| فوٽ بال | رَسو |
| رسا ٽپڻ | بال |

8. صفائيءَ جي عنوان تي هڪڙو چارٽ ٺاهي، پنهنجي ڪلاس يا اسڪول ۾ ٽنگيو.

9. صفائيءَ بابت هيٺ لکيل بيت سُر سان پڙهو ۽ ياد ڪريو.

آهي تندرستي، نعمت هڪ عجيب،
جهڙي شاهوڪار لاءِ، تهڙي ڪاڻ غريب.

مال خزانا ڪيترا، ڪنهن وٽ لک هجن،
هيرا موتي اَڻ مَيا، وٽس پيا رُلن،
پر جي هوندو ڪين ڪي، سَگهو تَنهن جو تَن،
ته وڻندو ڪين تنهن کي، اهو سارو ڏَن.

آهي تندرستي، دولت سچي سا،
جيءُ خوش جهان خوش، ائين چون ٿا،
اهڙي اَملهه شيءِ جي، ڳڻتي جُڳائي،
جِڏڻ گهرجي ڪين ڪي، تنهن کي ڦِٽائي،

گندين عادتن کان، پاسو نِتِ ڪجي،
صفائيءَ تي هر طرح، سدا ڌيان ڏجي.

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي ڪم جي عظمت ۽ اهميت ٻڌائي وڃي. ڪنهن مُقرر مهمان کي دعوت ڏئي اسڪول ۾ وٺي اچجي، جيڪو شاگردن کي مختلف ڪمن ۽ ڌنڌن بابت ڄاڻ ڏئي.

يونٽ 4
خاندان

باب پهريون:

# منهنجو خاندان

## سرگرمي:

هيٺيان خال ڀريو:

(i) منهجو نالو ________________ آهي.

(ii) منهجي پيءُ جو نالو ______________ آهي.

(iii) منهجي ڀاءُ جو نالو ______________ آهي.

(iv) مون کي ________ ڀاءُ / ڀائر ۽ ________ ڀيڻ / ڀينرون آهن.

(v) انهن جا نالا________، ________ ۽________ آهن.

استاد لاءِ هدايت: جن ٻارن جا ڀاءُ ۽ ڀيڻ تن کان وڌيڪ آهن ته انهن کي وڌيڪ ليڪون لڪرايون وڃن.

باب ٻيو:

# گھرو ناتا

منهنجو نالو ثنا آهي. آءٌ پنهنجي ماءُ، پيءُ، ڀاءُ علي ۽ ڀيڻ حِنا سان گڏ رهندي آهيان.
منهنجا ماءُ پيءُ اسان جو ڏاڍو خيال رکندا آهن.
منهنجي ماءُ ڊاڪٽر آهي.
هوءَ اسان کي صاف سٿرو رکڻ ۽ صحت بخش کاڌو کارائڻ ۾ اسان جي مدد ڪندي آهي.
منهنجو پيءُ استاد آهي.

هو اسان کي اسڪول جي ڪم ڪرڻ ۽ ڪهاڻيون پڙهڻ ۾ مدد ڪندو آهي.
اسان گھر جي ڪم ڪار ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ جي مدد ڪندا آهيون.
اسان انهن جي تمام گھڻي عزت ڪندا آهيون ۽ هر وقت سندن چيو مڃيندا آهيون.

سرگرمي: * ڪالم (الف) ۾ پنهنجي خاندان جا ڀاتي لکو.
* ڪالم (ب) ۾ پنهنجي مائٽن جا نالا لکو (پيءُ، ڏاڏو، ڀيڻ وغيره).
* ڪالم (ج) ۾ اهو لکو ته اُهي توهان لاءِ ڇا ڪندا آهن (مثال طور: توهان لاءِ کاڌو پچائڻ، توهان کي راند کيڏائڻ، توهان کي آکاڻيون ٻڌائڻ وغيره).
ڪالم (د) ۾ اهو لکو ته جيڪڏهن اهي توهان جي لاءِ ڪوبہ ڪم نہ ڪن تہ توهان ڇا محسوس ڪندؤ؟
(آءٌ ٻڪايل رهندس، مون سان کيڏڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو، آءٌ ڏڪارو رهندس).

| ڪالم الف | ڪالم ب | ڪالم ج | ڪالم د |
|---|---|---|---|
| خاندان جا ڀاتي | توهان سان مائٽي | گھر ۾ اهي توهان جي لاءِ ڇا ڪن ٿا؟ | جيڪڏهن نہ ڪن، تہ ڇا ٿيندو؟ |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |

باب ٽيون:

# اسان جو گھر

هيءُ اسان جو گھر آهي. اسين هتي رهون ٿا. اسان جي گھر ۾ ويهڻ جو هڪ ڪمرو (ڊرائينگ روم)، سمهڻ جا ٻه ڪمرا، هڪڙو رڌڻو ۽ وهنجڻ جي لاءِ هڪ جڳھ آهي.
اسين پنهنجي گھر کي هميشہ صاف رکندا آهيون.

ويهڻ جو ڪمرو

سُمهڻ جو ڪمرو

رڌڻو (بورچي خانو)

ٻهاري ڏيڻ

پوچي ڪرڻ

ڇنڊ ڦوڪ ڪرڻ

گِلم صاف ڪرڻ

**سرگرميون:**

1. توهان کي پنهنجو گھر ڪيئن ٿو لڳي؟ پنهنجي گھر جي تصوير ٺاهيو ۽ ان جي باري ۾ ٽي جملا لکو.

(i) ________________

(ii) ________________

(iii) ________________

2. توهان جي گهر ۾ ڪيترا ڪمرا آهن. ڪمرن ۾ موجود ڪن ٻه ٽن شين جا نالا لکو. هيٺ ڏنل خاني مان لفظ استعمال ڪريو.

| چلهو | ڪرسي | ميز | چمچا | ڪمبل | رلي |
|---|---|---|---|---|---|
| ٽانوَ | آرسي | دري | پکو | ٽي وي | ڪٻٽ |
| وِهاٽو | گِلم | پليٽون | پلنگ | | |

| ڪمرو | موجود شيون | | |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |

3. توهان پنهنجي گهر کي ڪيئن صاف رکندا آهيو؟

(ڪي ٻه پنج ڳالهيون لکو، جيڪي توهان يا توهان جي گهر جو ڪو ڀيو ڀاتي ڪري ٿو).

(i) ______

(ii) ______

(iii) ______

(iv) ______

(v) ______

استاد لاءِ هدايت: شاگردن سان صفائيءَ جي اهميت بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو.

باب چوٿون:

# پنهنجي زندگي ۽ خاندان جي تاريخ

علي 2006ع ۾ ڄائو هو.

علي 2007ع ۾ پنڌ ڪرڻ شروع ڪيو.

هن 2010ع ۾ اسڪول وڃڻ شروع ڪيو.

هن جي ننڍي ڀيڻ حِنا 2011ع ۾ ڄائي.

2012ع ۾ ثنا ۽ علي پنهنجي گهر وارن سان گڏ ريل گاڏيءَ وسيلي پنهنجي چاچي جي شاديءَ ۾ لاهور ويا.

2013ع ۾ گهر جا سيئي ڀاتي سمنڊ جو ڪنارو گهمڻ ويا.

سرگرمي:

پنهنجي زندگيءَ جا ڪي بہ پنج اهم واقعا لکو.

(i) ____________________

(ii) ____________________

(iii) ____________________

(iv) ____________________

(v) ____________________

استاد لاءِ هدايت: جيڪڏهن شاگرد نہ ٿا لکي سگهن تہ استاد انهن جي زندگيءَ جي اهم واقعن جون تصويرون ڪٺيون ڪرڻ ۾ همت افزائي ڪري. شاگرد فوٽو پڙ ڪٺي اچن ۽ انهن کي ڪتب آڻيندي وقتي پٽي (Time Line) ناهين.

باب پنجون:

# ڪاڌو جيڪو اسين کائون ٿا

اسين گهڻن ئي قسمن جا ڪاڌا کائيندا آهيون.

صحتمند ۽ طاقتور رهڻ لاءِ ڪاڌو کائڻ ضروري آهي.

ڪاڌو اسان کي وڏي ٿيڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

ڪاڌو اسان کي ڪم ڪرڻ جي لاءِ طاقت ڏئي ٿو.

اسين ڪاڌي کائڻ کان اڳ پنهنجا هٿ ڌوئيندا آهيون.

اسين ڪاڌي کائڻ کان اڳ ۾ بِسم الله پڙهندا آهيون.

اسين آرام سان کائيندا آهيون.

**استاد لاءِ هدايت:** ڪلاس ۾ مختلف قسم جي کاڌن جهڙوڪ: اناج، ڀاڄيون، گوشت، کير، ميوا، کير مان نهندڙ شين وغيره جا چارٽ لڳايا وڃن ۽ شاگردن کي مختلف قسمن جي کاڌن جي اهميت جي باري ۾ ٻڌايو وڃي. شاگردن کي کاڌي کائڻ کان پهرين ۽ کاڌي کائڻ کان پوءِ واري دعا ياد ڪرائي وڃي ۽ ماني کائڻ کان پهرين ۽ پوءِ پڙهڻ لاءِ چيو وڃي.

اسين ڪاڌي کائڻ وقت نہ ڳالهائيندا آهيون.

اسين ڪاڌو پنهنجي پليٽ ۾ لاهي ڪائيندا آهيون.

ڪاڌي کائڻ کان پوءِ اسين اللہ تعاليٰ جو شڪر ادا ڪندا آهيون، جنهن اسان کي ڪاڌو عطا ڪيو.

اسين ڪاڌي کائڻ کان پوءِ پنهنجا هٿ ڌوئيندا آهيون.

**سرگرميون:**

1. هيٺيان جملا مڪمل ڪريو:

(i) صبح جي مانيءَ ۾ منهنجي گهر جا ڀاتي ______________ کائيندا آهن.

(ii) منجهند جي مانيءَ ۾ منهنجي گهر جا ڀاتي ______________ کائيندا آهن.

(iii) رات جي مانيءَ ۾ منهنجي گهر جا ڀاتي ______________ کائيندا آهن.

(iv) آءٌ ڀاڄين ۾ ________، ________ ، ________ کائڻ پسند ڪندو آهيان.

(v) آءٌ ميون ۾ ________، ________ ، ________ کائڻ پسند ڪندو آهيان.

(vi) آءٌ پيئڻ ۾ ________، ________ ، ________ پسند ڪندو آهيان.

2. خال پريو:

اسين ڪاڌي کائڻ کان اڳ ______________________

اسين ڪاڌي کائڻ وقت ______________________

اسين ڪاڌي کائڻ کان پوءِ ______________________

1. پنهنجي گهر جي ڀاتين جي تصوير لڳايو يا ٺاهيو. هر ڀاتيءَ جي هيٺان هِنَ/ هُنَ جو نالو لکو.

2. پنهنجي ڏاڏي، ڏاڏيءَ يا ناني، نانيءَ کان اُنهن جي زندگيءَ بابت هيٺيان سوال پڇو ۽ انهن جا جواب هيٺ ڏنل ليڪن تي لکو.

(i) توهان ڪهڙي شهر يا ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا هئا؟ ____________

(ii) توهان ڪهڙي راند کيڏندا هئا؟ ____________

(iii) توهان ڪهڙي اسڪول ۾ پڙهڻ ويندا هئا؟ ____________

(iv) توهان اسڪول ڪيئن ويندا هئا؟ ____________

(v) توهان ڇا ڪاڙو؟ ____________

3. پنهنجي پسند جي ڪاڌن جي تصوير لڳايو يا ٺاهيو.

4. ڪي ٻه ٽي ڳالهيون لکو، جن جي ذريعي توهان پنهنجي ماءُ پيءُ جي مدد ڪري سگهو ٿا.

(i) ____________

(ii) ____________

(iii) ____________

استاد لاءِ هدايت: شاگردن کان پنهنجي زندگي گذارڻ جي طريقن ۽ انهن جي ابن ڏاڏن جي زندگي گذارڻ جي طريقن ۾ فرق بابت بحث ڪيو وڃي.

يونٽ 5
پاڙو

# اسان جو پاڙو

باب پهريون:

هيءُ اسان جو پاڙو آهي.
پاڙو هڪ اهڙي جڳهه آهي، جتي ڪيترائي ماڻهو گڏجي رهن ٿا.
پاڙي ۾ رهندڙ ماڻهن کي پاڙيسري چئبو آهي.
اهي مختلف قسمن جي گهرن ۾ رهندا آهن.

ٻه ماڙ گهر

فليٽن جو بلاڪ

هڪ ماڙ گهر

ڪچي مٽيءَ جو گهر

اسان جي پاڙي ۾ هڪ اسڪول، هڪ صحت جو مرڪز، هڪ پارڪ، هڪ مسجد ۽ ڪيترائي دڪان آهن.

سرگرمي: هيٺين مان جيڪي توهان جي پاڙي ۾ آهن، انهن جي اڳيان (✓) جو نشان لڳايو:

(i) دڪان ( )
(ii) اسڪول ( )
(iii) مسجد ( )
(iv) پارڪ ( )
(v) گهر ( )

باب ڇهون:

# اسان جي پاڙي جا دڪان

هيءَ اسان جي پاڙي جي بازار آهي. بازار ۾ تمام گهڻا دڪان آهن.
انهن دڪانن تي گهڻيون ئي شيون وڪامجن ٿيون.

گوشت جو دڪان

جنرل اسٽور

ڪتابن جو اسٽور

ڀاڄين جو دڪان

بيڪري

**سرگرمي:** هيٺين مان صحيح جواب تي گول پايو.

(i) صوف وڪامجندا آهن:
(الف) بيڪريءَ تي (ب) ڪتابن جي اسٽور تي (ج) ميون جي دڪان تي

(ii) اسين بيضا خريد ڪندا آهيون:
(الف) بيڪريءَ تان (ب) ڪتابن جي اسٽور تان (ج) جنرل اسٽور تان

(iii) گوشت وڪامجي ٿو:
(الف) ميوي جي دڪان تي (ب) گوشت جي دڪان تي (ج) رانديڪن جي دڪان تي

(iv) آءٌ پينسلون خريد ڪيان ٿو:
(الف) بيڪريءَ تان (ب) ڪتابن جي اسٽور تان (ج) ميون جي دڪان تان

(v) منهنجي ماءُ پٽاٽا ۽ گجرون خريد ڪندي آهي:
(الف) ڀاڄين جي دڪان تان (ب) گوشت جي دڪان تان (ج) رانديڪن جي دڪان تان

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي دڪان ۽ بازار جو فرق سمجهايو وڃي.

باب ٽيون:

# اسان جي پاڙي جو پارڪ

هيءُ اسان جي پاڙي جو پارڪ آهي.

پارڪ ۾ ڪيترائي گل ٻوٽا ۽ وڻ ٽِڻ آهن.

پارڪ ۾ گهڻن قسمن جا جهولا آهن.

هتي اسان پنهنجي دوستن سان ڪرڪيٽ راند کيڏون ٿا.

اسان جا والدين ۽ ٻيا وڏا پارڪ ۾ ويهڻ،ورزش ڪرڻ ۽ گهمڻ لاءِ ايندا آهن.

پارڪ ۾ڪيترائي ماڻهو پنهنجن ٻارن سان
گڏ گهمڻ ڦرڻ ايندا آهن.

اسان کي گهرجي تہ پنهنجي پارڪ کي صاف ۽ سٿرو رکون.

اسان کي گند ڪچرو، گند واري دٻي ۾ وجهڻ گهرجي.

## سرگرميون:

1. هيٺ ڏنل خاني ۾ لفظن جي مدد سان مختلف راندين جا نالا لکو، جيڪي پارڪ ۾ ڪيڏي سگھجن ٿيون.

| ڪرڪيٽ | والي بال | فوٽ بال | لڪ لڪوٽي |
|---|---|---|---|
| ڪوڪو | رسو ٽپڻ | پڪڙ پائي | رسو ڇڪڻ |

(i) ________________

(ii) ________________

(iii) ________________

(iv) ________________

(v) ________________

2. ڪي ٻه ٻه ڳالهيون لکو، جن سان توهان پنهنجي پاڙي جي پارڪ کي صاف رکي سگھو ٿا.

(i) ________________

(ii) ________________

باب چوٿون:

# اسان جو اسڪول

هيءُ اسان جو اسڪول آهي.

اسڪول ۾ ڪيترائي ڪلاس آهن.

اسڪول ۾ ڪيترائي شاگرد ۽ استاد آهن.

اسان اسڪول ۾ سِکڻ ويندا آهيون.

اسان اسڪول ۾ ڪيترين ئي ڳالهين
سِکندا آهيون.

اسان اسڪول ۾ پڙهڻ، لکڻ ۽ ياد ڪرڻ
سِکندا آهيون.

اسان تصوير ناهڻ، رنگ ڪرڻ ۽ شيون ناهڻ
سِکندا آهيون.

اسان دنيا جي مختلف جڳهين جي باري ۾
سِکندا آهيون.

اسان وڏن جي عزت ڪرڻ ۽ قانون جي پيروي
ڪرڻ سِکندا آهيون.

اسان جي اسڪول ۾ راند جو هڪ وڏو ميدان آهي.

اسان ان ميدان تي راند ڪيڏندا آهيون.

اسڪول ۾ تمام گهڻو مزو هوندو آهي.

اسان پنهنجي اسڪول سان پيار ڪندا آهيون.

سرگرميون:

1. هيٺيان جملا مڪمل ڪريو:

(i) منهنجي اسڪول جو نالو ______________ آهي.

(ii) منهنجي استاد جو نالو ______________ آهي.

(iii) منهنجي دوستن جا نالا __________، __________ ۽ __________ آهن.

(iv) چئن ڳالهين جي ڪري مون کي اسڪول ۾ مزو ايندو آهي.

(الف) ________________________________

(ب) ________________________________

(ج) ________________________________

(د) ________________________________

2. اسڪول ۾ جن قانونن تي عمل ڪيو ٿا، انهن جي اڳيان (✓) جو نشان لڳايو:

- اسڪول ۾ وقت تي اچڻ. ( )
- پنهنجي استادن کي سلام ڪرڻ. ( )
- ميدان تي گند ڪچرو ڦٽو ڪرڻ. ( )
- پنهنجي واري جو انتظار ڪرڻ. ( )
- پنهنجي اسڪول جو هوم ورڪ ڪرڻ. ( )
- سبق پڙهڻ مهل وچ ۾ ڳالهائڻ. ( )
- ڪلاس ۾ قطار ناهي وڃڻ. ( )
- اسڪول ۾ صاف سٿرو لباس پائي وڃڻ. ( )
- پنهنجي استاد جي سوالن جو جواب نه ڏيڻ. ( )

باب پنجون:

# اسان جو صحت مرڪز

هيءُ اسان جي پاڙي جو صحت مرڪز آهي.

جڏهن اسان بيمار يا زخمي ٿيندا آهيون، تہ صحت مرڪز ڏانهن ويندا آهيون.
ڊاڪٽر يا نرس اسان جو علاج ڪندا آهن.

اُهي اسان کي اِهو پڻ سيکاريندا آهن، تہ صحتمند ڪيئن رهجي.

- تازا ميوا ۽ ڀاڄيون ڌوئي کائو.
- پاڻي ٽهڪائي پيئو.

- ڪاڌو کائڻ کان پهرين ۽ بعد ۾ هٿ ڌوئو.
- روزانو وهنجو.
- پنهنجي ڏندن کي روزانو برش ڪريو.
- پنهنجو گهر ۽ پاڙو صاف رکو.

هنن ڳالهين تي عمل ڪرڻ سان اسان ڪيترين ئي عام بيمارين جهڙوڪ: ڊائريا، زڪام، مليريا وغيره کان محفوظ رهي سگهون ٿا.

**سرگرميون:**

1. ان ڊاڪٽر، صحت مرڪز ۽ اسپتال جو نالو معلوم ڪريو، جنهن ڏانهن توهان بيمار يا زخمي ٿيڻ جي صورت ۾ وڃو ٿا ۽ هيٺ ڏنل خالي جڳهين ۾ نالا لکو.

ڊاڪٽر ______________________________

صحت مرڪز ______________________________

2. ٽي ڳالهيون لکو، جن جي ڪرڻ سان توهان صحتمند رهي سگهو ٿا.

(i) ______________________________

(ii) ______________________________

(iii) ______________________________

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي عابد نالي هڪ ڇوڪري جي ڪهاڻي ٻڌائي، جيڪو صفائي نہ ڪرڻ جي ڪري بيمار رهندو هو ۽ هميشہ اسڪول ۾ غير حاضر رهندو هو ۽ سٺيون مارڪون بہ حاصل نہ ڪري سگهندو هو. شاگردن کي انهن خراب عادتن کان پري رهڻ لاءِ زور ڀريو وڃي، تہ جيئن اهي پنهنجي صحت سٺي رکي سگهن.

باب ڇهون:

# اسان جي پاڙي جي مسجد

هيءَ اسان جي پاڙي جي مسجد آهي.

اسان مسجد ۾ عبادت ڪرڻ ويندا آهيون.

اسان اَذان ٻُڌي، مسجد ۾ نماز پڙهڻ ويندا آهيون.

**سرگرميون:** 1. پنهنجي پاڙي جي مسجد جي تصوير ٺاهيو.

2. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(i) توهان جي پاڙي جي مسجد جو نالو ڇا آهي؟

---

(ii) ڇا توهان جي پاڙي ۾ ڪَليسا آهي؟

---

(iii) ڇا توهان جي پاڙي ۾ مَندر آهي؟

---

**استاد لاءِ هدايت:** مسجد جي احترام جي باري ۾ شاگردن کي ٻڌايو وڃي ۽ مسجد ۾ نماز پڙهڻ وقت سڀ هڪ ئي صِفَ ۾ الله جي آڏو بيهن ٿا، ان برابريءَ کي واضح ڪيو وڃي.

باب ستون:

# پنهنجو پاڙو صاف سُٿرو رکڻ

صاف سُٿرو پاڙو هڪ خوبصورت ۽ سٺي جڳهه آهي.
اسان پنهنجي پاڙي کي صاف سٿرو رکون ٿا. ڇا توهان ب؟.
اسان گند ڪچرو، ڪچري جي دٻي ۾ وجهي ڪري پنهنجي پاڙي کي صاف رکون ٿا.
اسان هونئن ب گند ڪچرو گهٽ ڪيون ٿا، شين کي ٻيهر ڪتب آڻيون ٿا.
وري ٻيهر گردش (Recycle) ۾ آڻي ڪتب آڻيون ٿا.

## گند ڪچري کي گهٽائڻ جا طريقا:

- پلاسٽڪ جي ٿيلهين کي ڪتب نہ آڻڻ.
- بازار ڏانهن چٻي ڪٿي وڃڻ.

## شين کي ٻيهر ڪتب آڻڻ جا طريقا:

- جام (Jam) جي بوتلن ۾ مرچ مصالحو وجهي رکڻ.
- آئس ڪريم جا خالي دٻا (Box) ڪاڏي جي شين جي لاءِ ڪتب آڻڻ.

## شين کي ٻيهر گردش (Recycle) ۾ آڻي ڪتب آڻڻ جا طريقا:

- اخبارن جا لفافا ناهڻ.
- پلاسٽڪ جي ڪئن (Can) مان پينسلن رکڻ جو دٻو ناهڻ.
- گهر جي استعمال ٿيل پراڻن ڪپڙن مان رِليون سِبڻ.

سرگرميون:

1. ڪي ٻه ٽي طريقا لکو، جن جي ذريعي توهان پنهنجي پاڙي کي صاف رکي سگھو ٿا.

(i) ____________________

(ii) ____________________

(iii) ____________________

2. گند ڪچرو، گند ڪچري جي دٻي ۾ اڇلائڻ لاءِ ڪو ٻه نشان (Sign) ٺاهيو.

3. هيٺين مان ڪو ٻه ڪم ڪيو (ان کي پنهنجي هٿن سان ٺاهيو):

- ڪنهن ٻه خالي دٻي کي پينسلن رکڻ لاءِ ڪتب آڻيو.
- ڪنهن پراڻي دٻي مان گند ڪچري جو دٻو ٺاهيو.
- پلاسٽڪ جي بوتل مان گلدان ٺاهيو.

باب اٺون:

# سماجي لاڳاپا

اسين ڪيترن ئي ماڻهن سان گڏ رهون ٿا.

اسان کي هڪ ٻئي جي عزت ڪرڻ گهرجي.

ننڍن سان شفقت سان پيش اچڻ گهرجي.

ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ گهرجي.

ٻين سان نرميءَ سان ڳالهائڻ گهرجي.

وڏن کي سلام چوڻ گهرجي.

**سرگرمي:** هيٺيان سوال پڙهو. ڏنل لڪيرن تي ها يا نه لکو.

(1) ڇا اسان کي ٻين سان وڙهڻ گهرجي؟

______________________

(2) ڇا اسان کي پنهنجي وڏن جي عزت ڪرڻ گهرجي؟

______________________

(3) ڇا اسان کي ضرورتمند ماڻهن کي وساري ڇڏڻ گهرجي؟

______________________

(4) ڇا اسان کي ٻين سان نرميءَ سان ڳالهائڻ گهرجي؟

______________________

(5) ڇا اسان کي ننڍن سان شفقت سان پيش اچڻ گهرجي؟

______________________

1. پنهنجي پاڙي جي ڪن ٻـ ٽن دڪانن جا نالا لکو ۽ هر هڪ دڪان تان ملندڙ ڪن ٻـ ٽن شين جا نالا لکو.

| دڪان جو نالو | دڪان تان ملندڙ شيون | | |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |

2. مختلف شين جون مختلف قيمتون هونديون آهن، جيئن:

مٿي ڏنل قيمتن کي ڏسي ڪالم (الف) ۾ لکيل شين کي ڪالم (ب) ۾ لکيل قيمتن سان ملايو.

| شيون | قيمت |
|---|---|
| شيمپو | 250 |
| چپس | 110 |
| جام جيلي | 150 |
| جوس | 85 |
| کير | 50 |

3. ثنا کي جُوس ۽ چپس خريد ڪرڻ لاءِ ڪيترا پئسا گهرجن. ____________

4. خاني ۾ ڏنل لفظن جي مدد سان هيٺين تصويرن جا نالا لکو.

| مسجد | صحت مرڪز | مٽيءَ جو گهر | دڪان |
| --- | --- | --- | --- |

5. جنهن پارڪ ۾ توهان کيڏڻ چاهيو ٿا، ان جي تصوير ٺاهيو.

6. جائزو: توهان کي پنهنجي اسڪول بابت ڪهڙي ڄاڻ آهي؟

هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

(i) توهان جي اسڪول ۾ ڪيترا ڪلاس آهن؟ ___________________________

(ii) توهان جي اسڪول ۾ ڪيترا شاگرد آهن؟ ___________________________

(iii) توهان جي اسڪول ۾ ڪيترا استاد آهن؟ ___________________________

(iv) ڇا توهان جي اسڪول ۾ لائبريري آهي؟ ___________________________

(v) ڇا توهان جي اسڪول ۾ ڪاڌي پيتي جي شين جي ڪئنٽين آهي؟__________

(vi) ڇا توهان جي اسڪول ۾ راند جو ميدان آهي؟___________________________

(vii) ڇا توهان جي اسڪول ۾ سائنس هال آهي؟ _________________________

(viii) منهنجي استاد جو نالو ____________________ آهي.

(ix) منهنجي هيڊ ماسٽر جو نالو____________________ آهي.

(x) منهنجي اسڪول جي چوڪيدار جو نالو__________آهي.

7. پنهنجي اسڪول جي تصوير ناهيو.

8. ڪن ٻه ٽن شين جا نالا لکو، جيڪي توهان کي تندرست رکڻ ۽ بيمارين کان بچڻ ۾ مدد ڪن.

(i) ___________________________________________________________

(ii) ___________________________________________________________

(iii) ___________________________________________________________

**استاد لاءِ هدايت:** شاگرد کان پڇيو وڃي ته توهان کي پنهنجي اسڪول بابت ڪيتري ڄاڻ آهي. ڇهن يا پنجن شاگردن جون ٽوليون ناهي هڪ ٻئي کان پڇن. استاد شاگردن سان اسڪول ۾ موجود مختلف جڳهين جهڙوڪ: سائنس هال، ڊرائينگ هال، لائبريري وغيره بابت ڳالهه ٻولهه ڪري ۽ پڻ ٻين جڳهين جهڙوڪ بئنڪ، مندر، ڪليسا وغيره جي تصويرن جي مدد سان سجاڳپ ڪرائي.

.9 هيٺ ڏنل خالي جڳهين کي ڀريو. جن ۾ اهو ٻڌايو ته توهان يا توهان جي گهر جو ڪو ياتي ڪڏهن بيمار ٿيو هجي ۽ علاج لاءِ ڪيس صحت مرڪز ڏانهن وٺي ويو هجي.

__________ بيمار ٿي پيو. هِنَ/هُنَ کي__________ هو.
هي/هوءَ__________ صحت مرڪز ويو. ڊاڪٽر هِنَ/هُنَ کي ________ ڏني ۽ ٻڌايو ته __________.

.10 هيٺ ڏنل نقشي کي ڏسو. خاني ۾ ڏنل لفظن جي مدد سان هيٺين جڳهين جا نالا لکو.

| اسڪول | پارڪ | دڪان | گهر |
|---|---|---|---|

یونٽ 6
ٻوٽا ۽ جانور

# ٻوٽا ۽ وڻ

باب پهريون:

توهان سيني ٻوٽا ۽ وڻ ڏٺا آهن.
اهي اسان جي چوڌاري آهن.
ٻوٽا ۽ وڻ جاندار آهن.

نم جو وڻ

انب جو وڻ

ڪڻڪ جو فصل

هنداڻا/چانهيون

**سرگرمي:** ڪنهن ٻه ٻوٽي جي تصوير ٺاهيو.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي ٻوٽن جي تصويرن ڏانهن ڏسڻ لاءِ چيو وڃي ۽ ٻوٽن ۾ فرق سمجهايو وڃي.

باب پيو:

# ٻوٽي جا ڀاڱا

ٻوٽي جا ڪيترائي ڀاڱا ٿيندا آهن.

هي ٻوٽي جي ڀاڱن جا نالا آهن.

گل
پن
ٿڙ
پاڙ

باب ٽيون:

# ٻوٽن ۽ وڻن جي واڌ ويجھ لاءِ ڇا ضروري آهي؟

ٻوٽا ۽ وڻ اسان وانگر جاندار آهن. انهن کي واڌ ويجھ لاءِ پڻ شين جي ضرورت پوي ٿي.

هيٺ ڏنل تصوير کي ڏسو. ان ذريعي اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته ٻوٽن ۽ وڻن کي ڪاڌي، پاڻيءَ، هوا ۽ سج جي روشنيءَ جي ضرورت پوي ٿي.

سرگرمي:

1. ٻوٽا اسان وانگر جاندار آهن. انهن کي واڌ ويجهہ لاءِ ڪجهہ شين جي ضرورت پوندي آهي.

(الف) ڪالم (الف) ۾ انهن شين تي (✓) لڳايو، جيڪي اسان لاءِ ضروري آهن.

(ب) ڪالم (ب) ۾ انهن شين تي (✓) لڳايو جيڪي ٻوٽن لاءِ ضروري آهن.

| | ڪالم (الف) شيون جيڪي اسان کي واڌ ويجهہ لاءِ گُهرجن | ڪالم (ب) شيون جيڪي ٻوٽن کي واڌ ويجهہ لاءِ گُهرجن |
|---|---|---|
| ضرورتون | | |
| کاڌو | | |
| پاڻي | | |
| هوا | | |
| سج جي روشني | | |

باب چوٿون:

# ٻوٽا ۽ وڻ ڇو ضروري آهن؟

ثناءِ علي پنهنجي پيءُ سان گڏ باغ گهمڻ ويا.

انهن باغ ۾ ڪيترن ئي قسمن جا ٻوٽا ۽ وڻ ڏٺا، جن ۾ مختلف قسمن جا ميوا، ڀاڄيون ۽ گل هئا.

ثنا ۽ علي جلدي ٿڪجي پيا ۽ وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي رهيا.

انهن کي بک لڳي تہ مالهيءَ انهن کي تازا انب ڪائڻ لاءِ ڏنا.

انهن هڪ وڻ ۾ پکيءَ جو آکيرو ڏٺو.

ثنا چيو تہ مون کي اڄ خبر پئي آهي تہ ٻوٽا ۽ وڻ ڇو ضروري آهن.

ٻوٽا ۽ وڻ ان ڪري ضروري آهن، جو اهي اسان کي ڪيترين ئي شين مهيا ڪن ٿا.

## سرگرميون:

.1 ٻوٽن ۽ وڻن مان ملندڙ ڪن بہ پنجن شين جا نالا لکو.

(i) ____________________

(ii) ____________________

(iii) ____________________

(iv) ____________________

(v) ____________________

.2 ڪن بہ ٻن ميون، ٻن گلن ۽ ٻن ڀاڄين جون تصويرون ڻاهيو.

| گل | ڀاڄيون | ميوا |
| --- | --- | --- |
| | | |
| | | |

باب پنجون:

# ٻوٽن ۽ وڻن مان ٺهندڙ شيون

ٻوٽن ۽ وڻن مان ڪيتريون ئي شيون ٺهنديون آهن. اسين انهن مان گهر جو ڪاٺ، فرنيچر، ڪاغذ، ڪپڙا، ڪاٺڻ جو تيل ۽ دوائون حاصل ڪندا آهيون.

فرنيچر

ڪاٺ مان ٺهيل گهر

ڪپڙا

ڪاغذ ۽ پينسل

ڪاٺڻ جو تيل

پَٽ تي وڇائڻ جي چادر

## سرگرميون:

1. پنهنجي ڪلاس ۾ چوڌاري ڏسو ۽ اتي موجود ڪاٺ مان ٺهيل ڪن پنجن شين جا نالا لکو.

(i) ____________________

(ii) ____________________

(iii) ____________________

(iv) ____________________

(v) ____________________

2. پنهنجي ڪلاس ۾ هڪ ڪونديءَ ۾ ٻوٽو پوکيو ۽ هر هفتي اُن جي واڌ ويجهه کي هيٺ ڏنل خانن ۾ لکو.

| | ٻوٽي جي اُوچائي | پنن جو تعداد | چوٿين هفتي جي آخر ۾ ٻوٽو ناهيو ۽ واڌ جي نشاندهي ڪريو |
|---|---|---|---|
| پهريون هفتو | | | |
| ٻيو هفتو | | | |
| ٽيون هفتو | | | |
| چوٿون هفتو | | | |

باب ڇهون

# جانور

توهان پنهنجي آسپاس ڪيترائي جانور ڏسو ٿا. ڇا توهان انهن مان ڪن جا نالا ٻڌائي سگهو ٿا.

جانور هڪٻئي ڪان مختلف ڪيئن آهن؟

## سرگرمي:

**پوئين پني تي ڏنل تصويرن کي غور سان ڏسو ۽ پنهنجا جواب هيٺ ڏنل خانن ۾ لکو.**

| جانورن جا نالا | انهن کي ڪيتريون ٽنگون آهن؟ | انهن کي ڪيتريون اکيون آهن؟ | جسم ڇا سان ڍڪيل آهي؟ (ڪنب، وار، ڇلر، چمڙي) | اهي ڪيئن چرپر ڪن ٿا؟ (اڏامڻ ، پنڌ هلڻ يا ترڻ) |
|---|---|---|---|---|
| ڳئون | | | | |
| ڪڪڙ | | | | |
| ڪاڪروچ | | | | |
| ٻڪري | | | | |
| گهوڙو | | | | |
| مڇي | | | | |
| طوطو | | | | |
| ڏيڏر | | | | |
| اُٺ | | | | |

**استاد لاءِ هدايت:** پوئين صفحي تي ڏنل جانورن کي ڏسي ۽ انهن جون ٽنگون ڳڻي ڪالم ڀرائين ۾ پرائي ۽ ٻيا ڪالم شاگردن کي پاڻ پرڻ لاءِ چوي ۽ پڪ ڪئي وڃي ته شاگرد تصويرن ۾ موجود جانورن جا نالا ٻڌائي سگهندا.

باب ستون

# جانورن جي غذا (کاڌو)

جانور بہ اسان توهان وانگر ساهوارا آهن.
انهن کي زنده رهڻ لاءِ کاڌي جي ضرورت آهي. رڍون، ٻڪريون ۽ ڳئون گاهه کائينديون آهن. ڪتو، ٻلي ۽ شينهن گوشت کائيندا آهن.

سرگرمي:

ڪالم (الف) ۾ ڪجهه جانورن جا نالا ڏنل آهن ۽ ڪالم (ب) ۾ انهن جانورن جو وڻندڙ کاڌو ڏنل آهي. ليڪ جي مدد سان جانورن جي نالن کي انهن جي وڻندڙ کاڌي سان ملايو.

| ڪالم (الف) جانورن جا نالا | ڪالم (ب) انهن جو کاڌو |
|---|---|
| ٻلي | |
| ڳئون | |
| ڪتو | |
| ميجي | |
| ڪڪڙ | |
| طوطو | |

باب ائون

# جانور پنهنجي گهرن ۾ رهن ٿا

جانور توهان وانگر ساهه وارا آهن.

انهن کي به رهڻ جي لاءِ گهر جي ضرورت آهي.

شکل 1

شکل1. کي ڏسو:

پکي پنهنجي گهر ۾ وينو آهي.

پکيءَ جي گهر کي آکيرو چئبو آهي.

پکي پنهنجا آکيرا وڻن ۾ ٺاهيندا آهن.

شکل 2

شکل 2. کي ڏسو:

سهو پنهنجي گهر کان

ٻاهر اچي رهيو آهي.

سهي جي گهر کي ٻرڙ چئبو آهي.

سها پنهنجا گهر زمين ۾ ٺاهيندا آهن.

# فارمي، پالتو ۽ جهنگلي جانور

**جانور جهڙوڪ** ڳئون، ٻڪري ۽ گهوڙو فارم ۾ پاليا ويندا آهن. انهن کي فارمي جانور چئبو آهي.

**جانور جهڙوڪ:** ڪتو، ٻلي ۽ طوطو گهر ۾ پاليا ويندا آهن. انهن کي پالتو جانور چئبو آهي.

**جانور جهڙوڪ:** شينهن، رڇ ۽ هاٿي نه گهر ۾ پالي سگهجن ٿا، نه ئي فارم ۾ پالي سگهجن ٿا. اهي جهنگ يا ٻيلي ۾ رهن ٿا، انهن کي جهنگلي جانور چئبو آهي.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي فارمي، پالتو ۽ جهنگلي جانورن ۾ فرق کولي سمجهايو وڃي.

## سرگرميون:

1. ثنا ۽ علي جانورن کي پسند ڪن ٿا. اهي پنهنجي گهر ۾ جانورن کي پالڻ گُهرن ٿا. کين اها خبر ناهي، تہ هنن کي ڪهڙو جانور پالڻ گهرجي؟ توهان انهن جي مدد ڪيو.

### ٻلي

(i) ڇا توهان کي خبر آهي تہ ٻليءَ کي ڪهڙو کاڌو پسند آهي؟ ___________

(ii) ٻلي ڪٿي رهي ٿي؟ ___________

(iii) ڇا توهان ٻليءَ سان ڪيڏي سگهو ٿا؟ ___________

(iv) ڇا توهان ان جو خيال رکي سگهو ٿا؟ ___________

### شينهن

(i) ڇا توهان کي خبر آهي، تہ شينهن ڇا کائڻ پسند ڪندو آهي؟ ___________

(ii) شينهن ڪٿي رهي ٿو؟

___________

(iii) ڇا توهان شينهن سان ڪيڏي سگهو ٿا؟

___________

(iv) ڇا توهان ان جو خيال رکي سگهو ٿا؟

___________

(v) ثنا ۽ علي گهر ۾ ڪهڙو جانور پالي سگهن ٿا؟ ___________

2. هيٺين سوالن جا جواب لکو.

(i) ڇا توهان وٽ ڪو پالتو جانور آهي؟ ___________

(ii) توهان جي پالتو جانور جو نالو ڇا آهي؟ ___________

(iii) اهو ڇا کائڻ پسند ڪندو آهي؟ ___________

(iv) ڇا توهان ان جو خيال رکندا آهيو؟ ___________

(v) ڇا توهان ان سان پيار ڪندا آهيو؟ ___________

باب ڏهون

# جانورن جو خيال رکڻ

جانورن کي کائڻ لاءِ کاڌي جي ضرورت پوندي آهي.

جانورن کي پيئڻ لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت پوندي آهي.

جانورن کي رهڻ جي لاءِ گهر جي ضرورت پوندي آهي.

جانورن کي اسان جي پيار ۽ سارسنڀال جي ضرورت پوندي آهي.

**استاد لاءِ هدايت:** ڪلاس ۾ شاگردن جون ٽوليون ناهيون وڃن، ته جيئن اهي هڪ ٻئي کان پڇي سگهن، ته اهي پنهنجي پالتو جانورن جو خيال ڪيئن رکندا آهن.

باب يارهون

# جانورن جي اهميت

جانور اسان جي لاءِ ڏاڍا ڪارائتا آهن.
اُهي اسان کي کائڻ لاءِ کاڌو مهيا ڪن ٿا.
ڪُڪڙِ بيضا (آنا) ڏئي ٿي.

اسين ٻڪريءَ، ڳئونءَ، ڪُڪڙِ ۽ مڇيءَ جو گوشت
ڪائيندا آهيون.

ڳئون اسان کي کير ڏئي ٿي.

اسين اُٺ گاڏي تي سامان هڪ جڳهه کان
ٻئي جڳهه ڏانهن کٽي وڃي سگهون ٿا.

اُهي هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه ڏانهن
وڃڻ ۾ اسان جي مدد ڪن ٿا.

اسان گهوڙن تي سواري ڪندا آهيون.

**سرگرمي:**

پوئين پني تي ڏنل تصويرن کي غور سان ڏسو ۽ ٻڌايو ته جانور اسان جي لاءِ ڪيئن ڪارائتا آهن؟

(i) اسان کي ڪڪڙ مان __________ ملن ٿا.

(ii) اسان کي مڇيءَ مان __________ ملي ٿو.

(iii) اسان هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه تي _______ وسيلي وڃي سگهون ٿا.

**استاد لاءِ هدايت:** سبق پڙهائڻ کان پهرئين شاگردن کي انهن جانورن جي سڃاڻپ ڪرائي وڃي، جيڪي اسان کي کائڻ لاءِ غذا مهيا ڪن ٿا.

1. ڪالم(الف) ۾ لکيل ٻوٽن جي ڀاڱن جا نالا پڙهو ۽ ڪالم (ب) ۾ انهن جي تصوير ٺاهيو.

| ڪالم (الف) | ڪالم (ب) |
| --- | --- |
| گل | |
| پن | |
| شاخون | |
| ٿڙ | |
| پاڙ | |

2. ٻوٽا مناسب حالتن ۾ واڌ ويجهه ڪن ٿا. ڪالم (الف) ۾ مختلف حالتون ڏنل آهن. ڪالم (ب) ۾ لکو ته سامهون ڪالم (الف) ۾ ڏنل حالت ۾ ٻوٽا "وڌيڪ واڌ ويجهه ڪندا" يا "گهٽ واڌ ويجهه ڪندا" يا "بلڪل به واڌ ويجهه نه ڪندا".

| ڪالم (الف) واڌ ويجهه لاءِ حالتون<br>ٻج کي ڪيئن پوکيو ويو | ڪالم (ب) اندازو<br>توهان ڇا ٿا سمجهو ته ٻوٽو واڌ ويجهه ڪندو يا گهٽ ڪندو يا نه ڪندو |
|---|---|
| 1. ٻج کي پاڻي ۽ سج جي روشني ڏني وئي. | |
| 2. ٻج کي پاڻي ڏنو ويو، پر سج جي روشني نه ڏني وئي. | |
| 3. ٻج کي پاڻي نه ڏنو ويو پر سج جي روشني ڏني وئي. | |
| 4. ٻج کي نه پاڻي ڏنو ويو نه ئي سج جي روشني ڏني وئي. | |

**استاد لاءِ هدايت:** مٿي ڏنل سرگرمي شاگردن لاءِ واضح ڪئي وڃي ۽ انهن سان گڏجي ڪري ڪين واڌ ويجهه وارين حالتن کي سمجهايو وڃي. ڪالم (الف) ۾ واڌ ويجهه واري حالت کي پڙهيو وڃي ۽ شاگردن کان اندازو هٽايو وڃي ، ته موسم جي انهن حالتن ۾ ٻوٽو گهڻو وڌي ٿو يا ٿورو وڌي ٿو يا بلڪل ئي نه ٿو وڌي.

3. ٻوٽا اسان کي ڪيترين ئي شين مهيا ڪندا آهن. هيٺ ڏنل شين مان انهن کي گول پايو، جيڪي اسان کي ٻوٽن مان حاصل ٿين ٿيون. توهان جي سهولت لاءِ هڪ تي گول پاتو ويو آهي.

4. هيٺين تصويرن کي ڏسو، ٻوٽن ۽ وڻن جي ڪاٺ مان ٺهيل پنجن شين کي گول پايو.

5. هيٺيان جملا پڙهو. صحيح جملي جي سامهون ”ص“ ۽ غلط جملي جي سامهون ”غ“ لکو.

(i) گلم ٻوٽن مان ٺاهيا ويندا آهن. ____________________

(ii) دروازا وڻن جي ڪاٺ مان ٺاهيا ويندا آهن. ____________________

(iii) پکا ٻوٽن مان ٺاهيا ويندا آهن. ____________________

(iv) ڪتاب ٻوٽن مان ٺاهيا ويندا آهن. ____________________

(v) پينسلون ٻوٽن مان ٺاهيون وينديون آهن. ____________________

(vi) ميزون وڻن جي ڪاٺ مان ٺاهيون وينديون آهن. ____________________

(vii) پٽيون ٻوٽن مان ٺاهيون وينديون آهن. ____________________

(viii) توهان جا ڪپڙا ٻوٽن مان ٺاهيا ويندا آهن. ____________________

6. پنهنجي گهر جي چوڌاري ڏسو. هيٺ ڏنل خاني ۾ شين جا نالا لکو.

| ٻوٽن ۽ ڪاٺ مان ٺهندڙ شيون | ٻوٽن ۽ ڪاٺ مان نہ ٺهندڙ شيون |
| --- | --- |
| | |
| | |
| | |
| | |
| | |
| | |

7. هيٺ ڏنل خانن کي مڪمل ڪريو.

| جانور | جانور جو نالو | انهن جي غذا | اهي ڪيئن چُرپُر ڪن ٿا | اسين انهن مان ڇا حاصل ڪيون ٿا |
|---|---|---|---|---|
| | | | | |
| | | | | |
| | | | | |
| | | | | |
| | | | | |

8. ڪالم (الف) ۾ جانورن جا نالا آهن، ڪالم (ب) ۾ انهن جي رهڻ جي جڳهين جا نالا لکو.

| ڪالم (الف) جانور | ڪالم (ب) انهن جي رهڻ جي جڳهه |
|---|---|
| طوطو | |
| سهو | |
| مڇي | |

9. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

- ڪن ٻن جانورن جا نالا لکو، جيڪي گاهه کائيندا آهن.

| | |
|---|---|
| | |

- ڪن ٻن جانورن جا نالا لکو، جيڪي گوشت کائيندا آهن.

| | |
|---|---|
| | |

- ڪن ٽن شين جا نالا لکو، جيڪي سيني ساهوارن لاءِ ضروري آهن.

| | | |
|---|---|---|
| | | |

10.(الف) هيٺ ڏنل ليڪن ۾ جانورن جا نالا لکو. ڏنل خاني مان لفظ ڪٽو ۽ پڻ رنگ ڀريو.

| مڇي | ڪتو | هاٿي | طوطو | ڳئون | ٻلي | هرڻ | گهوڙو |
|---|---|---|---|---|---|---|---|

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي مدد سان ٻڌايو، ته هينيان جانور ڪٿي رهندا آهن.

| فارم | گهر | جهنگ | تلاءُ | وڻ |
|---|---|---|---|---|

| جانورن جا نالا | جانورن جي رهڻ جي جڳهه |
|---|---|
| هرڻ | |
| هاٿي | |
| ڳئون | |
| ڪتو | |
| مڇي | |
| طوطو | |
| گهوڙو | |
| ٻلي | |
| بدڪ | |

يونٽ 7:
# اسان جي چوڌاري شيون

باب پهريون:
## شيون مختلف ماپ جون ٿينديون آهن

اسان جي چوڌاري ڪيتريون ئي شيون موجود آهن، جيڪي مختلف ماپ جون ٿين ٿيون.

ڪجهه شيون وڏيون ۽ ڪجهه شيون ننڍيون ٿين ٿيون.

**سرگرمي:** ڪالم (الف) ۾ وڏي شڪل سان شيون ڏنل آهن. ڪالم (ب) ۾ ساڳين شين جي ننڍي شڪل ٺاهيو.

| ڪالم (الف) | ڪالم (ب) |
|---|---|
| | |
| | |
| | |

باب ٻيو:

# شيون مختلف شڪلين جون ٿينديون آهن

جيڪي شيون اسان جي چوڌاري موجود آهن، سي مختلف شڪلين جون ٿينديون آهن.

ڪجھ شيون گول آهن.

ڪجھ شيون چورس آهن.

ڪجھ شيون مستطيل آهن.

ڪجھ شيون ٽڪنڊيون آهن.

**سرگرمي:** هيٺ ڏنل تصويرن کي ڏسو. انهن جي شڪل جو نالو لکو. هڪ ليڪ جي مدد سان هڪ جهڙين شڪلين کي پاڻ ۾ ملايو.

____________ ____________ ____________ ____________

____________ ____________ ____________ ____________

باب ٽيون:

# شيون مختلف بناوتن جون ٿينديون آهن

جيڪي شيون اسان جي چوڌاري موجود آهن، سي مختلف بناوتن جون ٿينديون آهن.

ڪجھ شيون سخت ٿينديون آهن.

ڪجھ شيون نرم ٿينديون آهن.

ڪجھ شيون لَسيون ٿينديون آهن.

ڪجھ شيون کِهريون ٿينديون آهن.

**سرگرمي:** پنهنجي ڪلاس ۾ موجود شين ڪي ڇُهي ڏسو ۽ هيٺ ڏنل خانن ۾ لکو، تہ شيون لَسيون، کِهريون، نرم يا سخت آهن.

| شين جا نالا | شين جي بناوت |
|---|---|
| | |
| | |
| | |
| | |
| | |

باب چوٿون:

# شيون مختلف وزن جون ٿينديون آهن

ڪجهه شيون وزن ۾ ڳريون ۽ ڪجهه هلڪيون ٿينديون آهن.

هلڪيون شيون کڻڻ آسان آهن.

ڳريون شيون کڻڻ مشڪل آهن.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کان ڪلاس ۾ هلڪيون ۽ ڳريون شيون کڻايون وڃن. جهڙوڪ: پينسل، چاڪ، ڪتاب، ڪاپي وغيره ۽ هلڪين ۽ ڳرين شين جي باري ۾ وضاحت ڪئي وڃي.

## سرگرميون:

1. هيٺ ڏنل خانن ۾ ٻہ ٻہ شيون ڏنل آهن. ڳري شيءِ تي ( ✓ ) جو نشان لڳايو.

2. هيٺ ڏنل سرگرمي پنهنجي ڪلاس ۾ ڪيو.

### گُهربل سامان

ٻه پلاسٽڪ جا ڪوپ
هڪ ٽنگڻي (هينگر)
ٻه برابر ماپ جون تارون (هر هڪ 30 س-م)

### طريقو:

1. ٻن پلاسٽڪ جي ڪوپن کي ٻن تارن سان ٻڌي، هينگر جي ٻنهي چيڙن سان لٽڪايو. هينگر کي ڪنهن فوٽ پٽي سان لٽڪايو. ان طرح سان توهان هڪ تارازي ناهي.

2. هاڻي هڪ ڪوپ ۾ پٿر، پنَ ۽ ماربل جو بال وجهو ۽ ٻئي ڪپ ۾ پَنُ، پيين ۽ گل وغيره وجهو ۽ مشاهديَ کي هيٺ ڏنل ٽيبل ۾ درج ڪيو.

| کوپ (الف) ۾ شيون | کوپ (ب) ۾ شيون | مشاهدو | | مشاهدي لاءِ سبب | |
|---|---|---|---|---|---|
| | | کوپ(الف)جي ڪيفيت هيٺ/مٿي | کوپ(ب)جي ڪيفيت هيٺ / مٿي | کوپ (الف) ۾ شيون هلڪيون/ڳريون | کوپ (ب) ۾ شيون هلڪيون/ڳريون |
| پٿر | پَنُ | | | | |
| پِنُ | پيين | | | | |
| ماربل جو بال | گل | | | | |

استاد لاءِ هدايت: مٿي ٻڌايل کيل سرگرمي پاڻ خود ڪئي وڃي ۽ شاگردن کي پڻ ان ۾ شامل ڪيو وڃي.

باب پنجون:

# شيون مختلف قسم جي سامان مان ٺهنديون آهن

**جيڪي شيون اسان جي چوڌاري موجود آهن، سي مختلف قسم جي سامان مان ٺهنديون آهن.**

**شيون ڪپهه، ڌاتو (لوهه، ٽامو، اسٽيل)، پني، پلاسٽڪ، ڪاٺ ۽ ربڙ سان ناهي سگهجن ٿيون.**

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کان انهن جي گهر ۾ موجود ڪاٺ، پلاسٽڪ، ربڙ، ڪپهه وغيره مان ٺهيل شين جا نالا پڇي بورڊ تي لکيا وڃن ۽ شاگردن کان واري واري سان انهن شين جا نالا پڙهايا وڃن.

## سرگرميون:

هيٺ ڏنل تصويرون ڪاٺ، پلاسٽڪ يا ڌاتوءَ مان ٺهيل شين جون آهن.
ڏنل ٽيبل ۾ پلاسٽڪ، ڪاٺ ۽ ڌاتوءَ واري خاني ۾ شين جي پرسان ڏنل اکر لکو.
مثال: ڏاڪڻ ڪاٺ جي ٺهيل آهي ۽ ان جي پرسان (الف) لکيل آهي ته:

| ڪاٺ | پلاسٽڪ | ڌاتو (لوهه، ٽامو وغيره) |
|---|---|---|
| الف | | |
| | | |
| | | |

باب ڇهون:

# شيون مختلف آواز پيدا ڪن ٿيون

اسان پنهنجي چوڌاري ڪيترائي آواز ٻڌندا آهيون.

آواز، مختلف شيون پيدا ڪن ٿيون.

مختلف شيون مختلف آواز پيدا ڪن ٿيون.

**ڇا توهان کي خبر آهي تہ آواز ڪيئن پيدا ٿيندو آهي؟**

پنهنجو هٿ پنهنجي ڳلي تي رکي پنهنجو نالو پڪاريو، توهان ڇا محسوس ڪيو؟ جيڪو توهان محسوس ڪيو، ان کي ڇُرپر چئبو آهي. آواز ڇُرپر سان پيدا ٿئي ٿو.

**ڇا توهان کي خبر آهي؟**

توهان آواز ڪيئن ٻڌو ٿا؟ اسان آواز پنهنجي ڪنن سان ٻڌون ٿا.

سرگرميون:

1. تصويرن کي ڏسو. آواز پيدا ڪرڻ لاءِ ٻار ڇا ڪري رهيا آهن. ڏنل لفظن جي مدد سان هيٺ ڏنل خانن ۾ جواب لکو.

| ڏڪ هڻڻ | لوڏڻ | رڳڙڻ | وڄائڻ |
|---|---|---|---|

2. ماڇھو ڏُھل وڄائي رھيو آھي. ثنا ۽ ھِن جون سَھيليون ڍھل واري جي پرسان بيٺيون آھن. ضياءُ انهن کان پري بيٺو آھي.

ثنا ۽ ھن جون سَھيليون

ضياءُ

ھيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

(i) ڇا ثنا ۽ ھن جون سھيليون ڍھل جو آواز صاف ٻڌن ٿيون؟

ڇو؟ ______________________________ (ها / نہ)

(ii) ڇا ضياءُ ڍھل واري جو آواز صاف ٻڌي سگھي ٿو؟

ڇو؟ ______________________________ (ها / نہ)

3. آواز پيدا ڪرڻ لاءِ.

**گھربل سامان:** گلاس 8 عدد ، ڪجھہ عدد چانھہ وارا چمچا ۽ پاڻي

**طريقو:**

(1) ساڳي شڪل ۽ ساڳي ماپ جا 8 گلاس قطار ۾ رکو.

(2) هر گلاس ۾ پاڻي وجھو. پھرين گلاس ۾ ٿورو، ٻئي ۾ ان کان وڌيڪ ، ٽئين ۾ ان کان وڌيڪ ۽ اھڙي طرح چمچي جي مدد سان پھرئين کان اٺين گلاس تائين پاڻي ڀريو.

(3) هر گلاس ۾ پاڻي وجھڻ وقت توھان ڪجھہ آواز ٻڌندؤ، جيئن: (دو، ري، مي فا، سو، لا، ٽي وغيره). بار چمچن کي گلاسن سان آھستي آھستي ٽڪرائي مختلف قسمن جي سازن جا آواز پيدا ڪري سگھن ٿا، جيئن واھہ ڙي تارا، گول تارا.

**استاد لاءِ هدايت:** استاد کي گھرجي تہ مٿي ڏنل سرگرمي پاڻ ڪري ۽ شاگردن کي بہ ان ۾ شامل ڪري. ان کان علاوه بہ جيڪڏھن سرگرمي ڪرائڻ چاھي تہ بھتر ٿيندو.

باب ستون

# ڪجھ شيون روشني ڏين ٿيون

ڇا توهان کي رات جو شيون نظر اينديون آهن؟

ڇا توهان کي ڏينهن جو شيون نظر اينديون آهن؟

اسان کي شين ڏسڻ لاءِ روشنيءَ جي ضرورت پوندي آهي؟

هيٺ ڪجھ شيون ڏنل آهن، جيڪي اسان کي روشني مهيا ڪن ٿيون.

سج

ميڻ بتي

بتي

بلب

شين مان جيڪا روشني ملي ٿي اها گهٽ يا تيز ٿي سگهي ٿي.

تيز روشني

گهٽ روشني

**سرگرمي:** تصوير ڏسو.

1. شين جا نالا لکو

الف______ ب_____ ج______ د________ ه________

2. ڪهڙين شين جي روشني تيز آهي ۽ ڪهڙين شين جي گهٽ آهي.

الف______ب_____ج______د_______ه________

هيٺ ڏنل ٽيبل مڪمل ڪريو.

| شيون | شين جي شڪل (چورس، مستطيل، ٽڪنڊو، گول) | شيون جنهن مان ٺهيل (ڪاٺ، ربڙ، پلاسٽڪ، ڌاتو) | شين جي بناوت (لسو، کهرو، نرم، سخت) |
|---|---|---|---|
| بال | | | |
| دري | | | |
| نشان بورڊ | | | |
| ميز | | | |
| ربڙ | | | |
| سڪو | | | |
| دروازو | | | |
| ڇٻي | | | |

2. هيٺ ڏنل شيون ڇا جون ٺهيل آهن؟ ڏنل لفظن جي مدد سان پنهنجو جواب خانن ۾ لکو.

| ڪاٺ | شيشو | ڪني | ڌاتو | ڪپڙا | پلاسٽڪ |
|---|---|---|---|---|---|

الف.

ب.

الف.

ب.

الف.

ب.

الف.

ب.

3. هيٺ ڏنل جملن مان صحيح جملي جي سامهون (ها) ۽ غلط جملي جي سامهون (نه) لکو.

- پٿر لسو آهي ____________________
- ڪني هلڪو آهي ____________________
- بال گول آهي ____________________
- سِڪو ڪاٺ جو ٺهيل آهي ____________________
- پٿر سخت آهي ____________________

4. پنهنجي چوڌاري موجود ڪنهن به هڪ شيءِ جي تصوير ناهيو ۽ پڻ ان جو نالو، شڪل، ماپ ۽ اُها ڇا جي ٺهيل آهي، لکو.

شيءِ جو نالو ________ شڪل________ماپ__________ ڇا مان ٺهيل آهي ________

5. هيٺ خاني ۾ ڏنل ننڍي تصوير کي رنگ ڀريو.

6. هيٺ ڏنل تصويرن کي ڏسو ۽ خاني ۾ ڏنل لفظن جي مدد سان لکو ته آواز کهڙيءَ ريت پيدا ٿئي ٿو.

| ڏک هٽڻ | لوڏڻ | وڄائڻ | رگڙڻ |
|---|---|---|---|

__________ __________ __________ __________

7. تصوير ۾ موجود شين کي ڏسي خال ڀريو. ڏنل خاني مان لفظ کڻو.

| نارنگيون | ڄڀي | دروازو | ميز | گلدان |
|---|---|---|---|---|

(i) __________ کهرو/کهري آهي.

(ii) __________ لسو/لسي آهي.

(iii) __________ ڳرو/ڳري آهي.

(iv) __________ هلڪو/هلڪي آهي.

یونٽ 8:
# موسم ۽ مُندون

باب پهريون:

## موسم

موسم روزانو بدلجندي رهي ٿي.

تصوير کي ڏسي، سوالن جا جواب ڏيو، تہ

اها ڪهڙي قسم جي موسم آهي؟

توهان تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟

اهڙي ڏينهن تي توهان ڇا محسوس ڪندا آهيو؟

اهو اُس وارو ڏينهن آهي.

تصوير کي ڏسي، سوالن جا جواب ڏيو، تہ

اها ڪهڙي قسم جي موسم آهي؟

توهان تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟

ڇا سج چمڪي رهيو آهي يا جُهڙَ ۾ لِڪي ويو آهي؟

ان ڏينهن تي توهان ڇا محسوس ڪندا آهيو؟

اهو جُهڙالو ڏينهن آهي.

تصوير کي ڏسي، سوالن جا جواب ڏيو، تہ

اها ڪهڙي قسم جي موسم آهي؟

توهان تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟

توهان اهڙي ڏينهن تي ڇا محسوس ڪندا آهيو؟

اهو مينهوڳيءَ وارو ڏينهن آهي.

تصوير کي ڏسي، سوالن جا جواب ڏيو، تہ

اها ڪهڙي قسم جي موسم آهي؟

توهان تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟

تيز هوا گهلي رهي آهي.

توهان ان ڏينهن ۾ ڇا محسوس ڪندا آهيو؟

اهو تيز هوا وارو ڏينهن آهي.

**سرگرمي:** لفظ ڳولڻ واري راند:

هيٺ ڏنل ٽيبل ۾ لفظ ڳوليو. مثال طور هڪڙو لفظ ڏنل آهي.

مينهوڳي   جُھڙالي   گرم   تڏي   هوادار   برفاني   موسم

| ت | ڏ | ي | م | ل | م | ج |
|---|---|---|---|---|---|---|
| و | ح | ه | ل | م | ي | ت |
| س | ٿ | و | ن | ج | ن | ل |
| م | د | ا | ڪ | س | ه | م |
| ح | ج | د | ش | ص | و | ب |
| م | ل | ا | ط | ل | ڳ | ر |
| ن | گ | ر | م | م | ي | ف |
| ج | ه | ڙ | ا | ل | ي | ا |
| ت | ن | م | ل | ح | ج | ن |
| ه | ت | ل | م | ڪ | ا | ي |
| ل | ن | م | و | س | م | ل |

# موسم جي باري ۾ اڳڪٿي ڪرڻ

جيئن تہ توهان سِکي آيا آهيو، تہ موسم روزانو بدلجندي رهي ٿي.

ٻڌايو تہ اڄ اوهان ڪيئن محسوس ڪري رهيا آهيو؟

اڄ موسم ڪيئن آهي؟

توهان ڇا ٿا سمجهو تہ سڀاڻي موسم ڪيئن هوندي ؟

**سرگرمي:** اندازو لڳايو تہ ايندڙ هفتي موسم ڪيئن هوندي. خال ۾ ڀريو.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کان موسم جي باري ۾ پڇو، تہ ايندڙ هفتي موسم ڪيئن هوندي ۽ ڪين موسم جو احوال معلوم ڪرڻ جي اهميت بہ ٻڌايو. جيئن تہ گرم يا سرد موسم ۾ ڪپڙن وغيره جو بندوبست ڪرڻ، گهمڻ ڦرڻ، ڪنهن سان ملڻ ڪرڻ وغيره جو دارومدار موسم تي آهي.

# مُندون

سال ۾ چار مُندون ٿينديون آهن: 

| بهار | اونهارو | سرءُ | سيارو |
|---|---|---|---|

مُندَ هر موسم ۾ ساڳي رهي ٿي.
جڏهن توهان ٻوٽن ۾ نوان گل ۽ پن نڪرندي ڏسو، ته سمجهو، اِها بهار جي موسم آهي.

جڏهن توهان گرمي محسوس ڪيو ۽ ٿڌو پاڻي ۽ رس ملائي ڪائڻ پسند ڪيو، ته سمجهو اهو اونهارو آهي.

جڏهن توهان ٻوٽن مان پنن کي ڇڻندي ڏسو، ته ڄاڻو اِها سرءُ جي موسم آهي.

جڏهن توهان ٿڌ محسوس ڪيو ۽ گرم ڪپڙا پايو، ته ڄاڻو اهو سيارو آهي.

## يونٽ 8: جي پڄاڻيءَ جون مشقون

1. ڪالم (الف) ۾ مُندن جون تصويرون ڏنل آهن ۽ ڪالم (ب) ۾ انهن شين جون تصويرون آهن، جيڪي اسان انهن مُندن ۾ ڪريون ٿا. انهن تصويرن کي ليڪ وسيلي مُندن جي تصويرن سان ملايو.

| ڪالم (الف)<br>مُندون | ڪالم (ب)<br>شيون جيڪي اسان مُند ۾ ڪريون ٿا |
|---|---|
| الف | 1 |
| ب | 2 |
| ج | 3 |
| د | 4 |
| | 5 |
| | 6 |
| | 7 |
| | 8 |
| | 9 |
| | 10 |

2. چئن مُندن جي تصويرن کي ڏِسو ۽ اُنهن جي هيٺان خالي خانن ۾ مُندن جا نالا لکو، هن خاني مان لفظ کڻو.

| بهار | اونهارو | سرءُ | سيارو |
|---|---|---|---|

3. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

(i) گهٽي گرم مُند ڪهڙي آهي؟ ____________________

(ii) ڏاڍي ٿڌي مُند ڪهڙي آهي؟ ____________________

(iii) ڪهڙي مُند ۾ نوان گل ٽڙندا آهن؟ ____________________

(iv) ڪهڙي مُند ۾ پن پيلا ٿي ڇڻي ڪِري پوندا آهن؟ ____________

(v) هاڻي ڪهڙي مُند آهي؟ ____________________

4. ٽيبل مڪمل ڪريو.

| موسم جا قسم | موسم جي تصوير ناهيو (خاني ۾ موسم جا ڏنل نشان ڪتب آڻيو) | ڪپڙا جيڪي پايو ٿا | ڪاڏو جيڪو کائو ٿا | توهان هن موسم ۾ ڇا ٿا محسوس ڪريو |
|---|---|---|---|---|
| اس واري | | | | |
| جهڙالي | | | | |
| مينهوڳي | | | | |
| تيز هوائن واري | | | | |

5. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

(i) توهان اڄ ڪيئن محسوس ڪري رهيا آهيو؟ ________________

(ii) ڇا توهان سردي محسوس ڪري رهيا آهيو يا گرمي؟ ________________

(iii) ڇا سج چمڪي رهيو آهي؟ ________________

(iv) ڇا مينهن وَسي رهيو آهي؟ ________________

(v) ڇا هوا گُهلي رهي آهي؟ ________________

(vi) ڇا اڄ جُهڙالي موسم آهي؟ ________________

(vii) اڄ ٻاهر موسم ڪيئن آهي؟ ________________

باب پهريون:

# اچ وچ جا وسيلا

ثنا ۽ علي اسڪول روزانو،
بس ۾ وڃن ٿا.

انهن جا ماءُ ۽ پيءُ آفيس ڪار ۾
آفيس وڃن ٿا.

سندن چاچو ريل گاڏيءَ
وسيلي لاهور کان انهن وٽ
گهمڻ آيو ۽ اُهي ڪيس وٺڻ لاءِ
ريلوي اسٽيشن ويا.

ايندڙ هفتي انهن جو پيءُ
هوائي جهاز وسيلي
دبئي ويندو.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي بس، ريل گاڏي، ڪار ۽ هوائي جهاز لاءِ ٻڌايو وڃي، ته اهي اچ وچ جا وسيلا آهن.

**سرگرميون:** 1. تصويرن جي هيٺان اچ وڃ جي وسيلن جا نالا لکو. هن خاني مان لفظ کڻو:-

هوائي جهاز سائيڪل ڪار گڏھ گاڏو رڪشا ريل ٽرڪ وين سامونڊي جهاز

2. متي ڏنل اچ وڃ جي وسيلن لاءِ ٻڌايو تہ اُهي تيز هلندڙ آهن يا آهستي؟

___________________________________________

هوائي جهاز هوا ۾ اڏامي ٿو. اهو هوائي اڏي تان اڏامي ٿو ۽ هوائي اڏي تي ئي لهي ٿو.

بسون، ڪارون ۽ موٽر سائيڪلون روڊ تي هلن ٿيون.

بسون ماڻهن کي ڪٽڻ ۽ لاهڻ جي لاءِ بس اڏي تي بيهن ٿيون.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي تيز رفتار ۽ سست رفتار آمدرفت جي ذريعن جي سڃاڻپ ڪرائڻ ۾ مدد ڪئي وڃي.

ريل گاڏي ريلوي پٽڙيءَ تي هلي ٿي. اها مسافرن کي هڪ ريلوي اسٽيشن تان کڻي ٿي ۽ ٻيءَ ريلوي اسٽيشن تي لاھي ٿي.

سامونڊي ٻيڙو سمنڊ ۾ هلي ٿو. بندرگاھ تان سامان کڻي ۽ لاھي ٿو.

ڇا توھان کي خبر آھي ته بسون ماڻھن کي ڪٿي لاھين ۽ ڪٿان کڻن ٿيون؟

---

**سرگرمي:** ٽيبل مڪمل ڪريو:

| گاڏيون | ڪٿي هلن ٿيون | ڪٿان هلن ٿيون ۽ ڪٿي بيھن ٿيون |
|---|---|---|
| بس | | |
| ريل گاڏي | | |
| هوائي جهاز | | |
| سامونڊي ٻيڙو | | |

هوائي اڏي، سامونڊي اڏي، بس اسٽاپ ۽ ريلوي اسٽيشن تي هيٺيون مشغوليون ٿينديون آھن:

- ماڻھو پنھنجو سفر شروع ۽ ختم ڪن ٿا.
- ماڻھو پنھنجو سامان موڪلين ۽ وصول ڪن ٿا.
- ماڻھو هڪٻئي کي ڀليڪار ۽ الوداع چون ٿا.

باب ڇهون:

# ٽرئفڪ جا قاعدا ۽ قانون

ٽرئفڪ جا قانون اسان کي محفوظ رکڻ ۾ مدد ڏين ٿا.

اسان کي انهن قاعدن ۽ قانونن تي عمل ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن اسان انهن قاعدن تي عمل نہ ڪنداسين تہ نہ رڳو پنهنجو نقصان ڪنداسين، پر ٻين کي بہ نقصان پهچائينداسين.

ساڄي ۽ کاٻي ڏسي
پوءِ رستو پار ڪريو

زيبرا ڪراسنگ تان
روڊ پار ڪريو

روڊ پار ڪرڻ وقت
پنهنجي وڏي جو هٿ
جهليو.

بس جي اڏي تي بس
جو انتظار ڪريو.

فوٽ  پاٿ تان هلو.

## سرگرميون:

### ٽرئفڪ سگنل

1. ٽرئفڪ سگنل جي تصوير ۾ رنگ ڀريو.

2. هيٺيان خال ڀريو.

(i) ڳاڙهي بتي اسان کي ________ لاءِ اشارو ڏئي ٿي.

(ii) پيلي بتي اسان کي ________ لاءِ اشارو ڏئي ٿي.

(iii) سائي بتي اسان کي ________ لاءِ اشارو ڏئي ٿي.

3. بيت ياد ڪريو.

## ”ٽرئفڪ بتي“ نظم

ڳاڙهي بتي، ڳاڙهي بتي!
تون ڇا ٿي چئين؟
آءٌ چوان ٿي:
”ترسو، يڪدم ترسو“.

پيلي بتي، پيلي بتي!
تون ڇا ٿي چئين؟
آءٌ چوان ٿي:
”ترسو تيسين، سائي بتي ٻري جيسين“.

سائي بتي، سائي بتي!
تون ڇا ٿي چئين؟
آءٌ چوان ٿي:
”وڃو، وڃو جلدي وڃو“.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کي ڳاڙهي،پيلي۽ سائي بتيءَجو مطلب ٻڌايووڃي ۽ مٿيون نظم زباني ياد ڪرايو وڃي.

1. خال پريو.

(i) هوائي جهاز ________ ۾ اڏامي ٿو.

(ii) سامونڊي ٻيڙو ________ ۾ هلي ٿو.

(iii) ريل گاڏي ________ تي هلي ٿي.

(iv) موٽر سائيڪلون________ تي هلن ٿيون.

(v) هوائي جهاز________ تان اڏامي ۽ لهي ٿو.

(vi) بسون ماڻهن کي ________ تي لاهين ۽ چاڙهين ٿيون.

(vii) ريل گاڏي هڪ ________ تان شروع ٿي ۽ ٻيءَ تي پهچي ٿي.

(viii) سامونڊي ٻيڙو______ تان هلي ۽ ٻيءَ تي بيهي ٿو.

2. ڪالم (الف) کي ڪالم (ب) سان ملايو.

| ڪالم (الف) جملا | ڪالم (ب) بتي |
|---|---|
| بتي بيهڻ جو اشارو آهي | سائي |
| بتي انتظار ڪرڻ جو اشارو آهي | ڳاڙهي |
| بتي هلڻ جو اشارو آهي | پيلي |

3. هيٺ ڄاڻايل لفظن جي مدد سان ٽريفڪ جي نشانين جا نالا لکو.

يُوٽرن نه ونو | هارن نه وڄايو | کاٻي پاسي نه مڙو | ٻار هتان رستو پار ڪن
داخلا منع آهي | گاڏي نه بيهاريو | آهستي وڃو

______ ______ ______

______ ______ ______